# چونڊ سنڌي شاعرائن جي چونڊ شاعري I

سٿاءُ

ظفر عباسي

هالار پبليڪيشنز

سول لائينز، حيدرآباد، سنڌ

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : چوند سنڌي شاعرائن جي چوند شاعري-I |
| سٿاءُ | : ظفر عباسي |
| موضوع/صنف | : شاعري |
| تعداد | : ٻه هزار |
| ڇاپو | : پهريون |
| سال | : 2002 |
| ڪمپوزنگ | : شهباز علي ميمڻ |
| ڇپائيندڙ | : هالار پبليڪيشن، سول لائينز، حيدرآباد |

**قيمت: =/80**

**هالار پبليڪيشنز**

**سول لائينز، حيدرآباد، سنڌ**

# سنڌ

# ڪجھ آءُ بہ چوان...

سنڌي ادب ۾ شاعرن جو هڪ تمام وڏو انگ پنهنجي ذهني ۽ تخليقي سگھہ آهر سنڌي ادب ۾ پنهنجو ڀاڱو پتوڙي رهيو آهي. ماهوار هالار ڊائجسٽ کي اهو بہ ڪريڊٽ حاصل آهي تہ ان سنڌي ادب ۾ شاعرائن جي انگ ۾ بہ نمايان اضافو آندو آهي. سنڌي ادب ۾ پنهنجي نوعيت جو هيءُ پهريون مجموعو آهي جنهن ۾ موجوده ٿهي جي 20 تخليقي حوالي سان سگھارين شاعرائن جا چونڊ ڏهہ ڏهہ غزل سندن تعارف سان گڏ شايع ڪيا پيا وڃن تہ جيئن پڙهندڙن کي سندن تخليقي صلاحيتن جو ڪاٿو لڳائڻ ۾ ڏکيائي نہ ٿئي.

"چونڊ سنڌي شاعرائن جي چونڊ شاعري" جي اعلان ڪان پوءِ اسان کي تمام وڏي انگ ۾ ڀينرن جي شاعري پهتي پر انهن ۾ آزاد نظمن، چوسٽن ۽ ٽيڙن جي تمام گھڻي اڪثريت هئي. جنهن ڪان پوءِ اهو طئہ ڪيو ويو تہ جن بہ ڀينرن جا 10 غزل چونڊيا ويا آهن، انهن کي هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو وڃي ۽ باقي ڀيڻن کي بہ پنهنجا غزل موڪلڻ لاءِ گذارش ڪئي وڃي تہ جيئن انهن کي "چونڊ سنڌي شاعرائن جي چونڊ شاعري II" ۾ شامل ڪري سگھجي.

"چونڊ سنڌي شاعرائن جي چونڊ شاعري I" جي اعلان ڪان پوءِ سنڌ جي لاتعداد ڀائرن بہ پنهنجي شاعري هن مجموعي ۾ شامل ڪرڻ لاءِ نہ رڳو موڪلي آهي بلڪ لڳاتار موڪليندا رهن ٿا ۽ شايع ڪرڻ ڪان انڪار بعد انهن ڀائرن پنهنجا نالا مٽائي شاعري موڪلڻ شروع ڪئي آهي. اسان تمام وڏي ڪوشش ڪئي آهي تہ اهڙن شاعرن جي شاعريءَ جي اشاعت کي روڪيو وڃي. ان ۾ اسان کي اوهان پڙهندڙن ۽ لکندڙ ڀائرن ۽ ڀينرن جي ڀرپور ساٿ جي ضرورت هر وقت رهندي.

"چونڊ سنڌي شاعرائن جي چونڊ شاعري I" جي ڪاميابيءَ کي مدنظر رکندي، هن ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو ايتروئي جلد شايع ڪيو ويندو ان ڪري هڪ دفعو وري سنڌ جي سگھاري سوچ رکندڙ شاعرائن کي پنهنجا گھٽ ۾ گھٽ 15 غزل، بہ تصويرون، تعارف ۽ ايڊريس سميت ترت موڪلڻ جي ڪوٺ ڏجي ٿي.

اسان کي اميد آهي تہ اسان جي محنت سان سجايل 20 شاعرائن جي شاعريءَ جو هيءُ گڏيل مجموعو نہ رڳو اوهان کي پسند ايندو، بلڪ انهن شاعرائن لاءِ همت افزائيءَ جو جواز بنبو ۽ خود سنڌي ادب ۾ بہ پنهنجي نمايان جاءِ ولاريندو.

اوهان جو پرخلوص

***ظفر عباسي***

# فهميده شرف بلوچ



پورو نالو: فهميده (فمي)

والد جو نالو: شرف الدين بلوچ

سالگره ڏڻ: 7 اپريل

جنم هنڌ: پير جوڳوٺ ضلعو خيرپور ميرس

تعليم: ايم .اي سنڌي ادب، بي-ايڊ

روزگار/ ڪرت: في الحال بيروزگار

ونڊر: ميوزڪ ٻڌڻ، ڪتاب پڙهڻ، پرت پرڻ، خط لکڻ ۽ ننڊ ڪرڻ.

اوهان جو پسنديده ڪتاب: چانڊ پڪراج ڪا پسنديده صنف: هر صنف خاص ڪري هائيڪو

پسنديده ليکڪ: امرتا پريتم، موهن ڪلپنا ۽ نئين ٽهيءَ جو هر سٺو لکندڙ

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1988 باقاعده 1992

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: پنهنجي اڪيلائين کان

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (40) مضمون چند ڊائري تمام گهٽ پيون ادبي خط

شاعري: غزل لاتعداد گيت لاتعداد وايون لاتعداد پيون پنج ڪڙا، ڏيڍ سٽا

ڪافي، سانيٽ، هائيڪا، ٽه سٽا، پابند نظم، آزاد نظم، نثري نظم.

شايع ٿيل ڪتاب: ڪوبہ نہ

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب:

| | ڪتاب جو نالو | صنف |
|---|---|---|
| (1) | انجلي | شاعري |
| (2) | تون ڪٿي آهين!!؟ | ڪهاڻيون |

## غزل

درد ڪيڏو اندر تي اثر نه ڪري،
قول جهڙين دلين کي پٿر ٿو ڪري.

ڪا نه گهرجي انهيءَ کي ڪٿي، بي پناهه،
ڪنهن جي ٻيٽن ۾ ڪو جي گهر ٿو ڪري.

ڪير ٽهڪن جي پويان ڏسي لڙڪ ٿو،
ڪير ڄاڻي! هو ڪيڏو سفر ٿو ڪري؟.

پوءِ ڪيڏا اندر ۾ جلن ديپ ٿا،
هڪ دفعو جي ڪٿي هو نظر ٿو ڪري.

هو ڳهيلو ڏسي ڪيڏا سپنا وڏا،
پنهنجي جيون کي ڇالئه زهر ٿو ڪري؟.

هوبه ڪيڏو عجب جهڙو هڪ شخص آ،
لوڪ جي ظلم کي درگذر ٿو ڪري.

هن جي پويان، وڇوڙي جا ڇيڙي قصا،
مونکي مايوس ڇو هي شهر ٿو ڪري.

*فهميده شرف بلوچ*

# غزل

پرين! تنهنجون يادون جڏهن ٿيون پون،
ٿي مرڪي هوا، رقص بادل ٿا ڪن.

اڇي ياد ٿو وقت گذريل جڏهن،
سوين عڪس دل تي تري ٿا اچن.

سوا تنهنجي سپنا خوشيون، محفلون،
سڀئي ساهه کي اوپرا ٿا لڳن.

ضدي سايائون نه رڪبيون ڪڏهن،
پنيان، خواب ڪيڏا به سڏڪا ڀرن.

ڪٿن چنڊ ٿا رات جي سانت ۾،
جڏهن گيت سندر ٿا شاعر لکن.

جڏهن پيار پوتر اڀيو تڏهن،
نظارا اسان ڏي ٿا مرڪي ڏسن.

*فهميده شرف بلوچ*

# غزل

اماس راتيون اداس رستا،
وٽن تا يادن جو واس رستا.

پرين سنيالي پوءِ پير رکجو،
اسان جي دل جا حساس رستا.

سمورو جيون اجاڙ بڻ آ،
ڪٿي اچن تا هي راس رستا.

ڦري تو سوچون سفر اسان ڪان،
پٺن تا پيرن جو ماس رستا.

ڪڏهن تہ ايندين پرين اسان وٽ،
رکن تا تومان ڪي آس رستا.

نصيب پنهنجو سدا نہ رهندو،
لتيل، ڦتيل ۽ نراس رستا.

*فهميده شرف بلوچ*

# غزل

کنھن کي ڏيئي تو چند اشارا ساري رات،
روز سڏن ٿا اپ تان ستارا ساري رات.

لفظ سمورا چڙ ته نڙيءَ ۾ اٽڪي پيا،
پٽڪيا سپنا اڄ ويچارا ساري رات.

چندرما تي عڪس ڏٺو پئي پاٽيءَ ۾،
مرڪيا بيٺي ڏور ڪنارا ساري رات.

تنھنجي راھ تڪيندي ھن بي چين ٿيا،
منھنجي گھڙڏي ايندڙ چارا ساري رات.

چواٽڪيا پئي دشمن وانگي ھو بيٺي،
ھڪ جھڳي ۽ پيو ھي پارا ساري رات.

*فهميده شرف بلوچ*

# غزل

اڏاڻـــا پکـــي ۽ لـــڏي لام وئـــي،
پريـن! تـون نـہ آئـن رسـي شـام وئـي.

پريان کنهن ککر ۾ لکي چنڊ ويو،
چٽـي چـانڊني ڏيئـي پيغـام وئـي.

محبـت جـڏي عکـس کـي دل متـان،
اکيـن منجهـہ اوتـي سـوين جـام وئـي.

جـــڏي يـــونءِ اڏري وئـــي اپ ڏي،
آ هڪـڙي حيـاتي تـي گمنـام وئـي.

پرين پيـار تنهنجـو هئـو مينهـن جيـان،
مٺـا! يـاد تنهنجـي تـي انعـام وئـي.

زماني کي آچيا مون سپ خواب تہ بہ،
چـو هـر آس مـون لئـہ تـي الـزام وئـي.

*فهميده شرف بلوچ*

## غزل

جڏهن ٻـي ڪوئـي يـاد آيـو اتـم،
روئـي ٻـاند پنهنجـو ٻسـايو اتـم.

رهي هـو ٻـ هيڪـل ويـا ڪـل تـو ٻيو،
ائيـن رات تـارن ٻڌايـو اتـم.

اکيـن مـان تيـو درد ظـاهر ٻـوي،
ڪٿـي ڪيتـرو ٻـي لنوايـو اتـم.

نچوئـي سمـورو ڪـڍي پنهنجـو رت،
ڏيئـو هڪـڙو تولئـ جلايـو اتـم.

سڪي! ٻونءِ جي ٻيـار ۽ سـونهن جـو،
ڪتـي قـرض ٻـورو چڪـايو اتـم؟!

*فهميده شرف بلوچ*

# غزل

رڪجي جي سگهي رات تہ آءُ روڪيانس،
سڏڪي جي پٺي سانت تہ آءُ روڪيانس.

وس منهنجي هجي ڪاش! پرين مان تنهنجي،
وڏندي جي وڇي تات تہ آءُ روڪيانس.

جي خواب ڪسي ڪنهن ڪان ۾ لڙڪن ۾ لوڙهي،
ڪنهن رات جي پرڀات تہ آءُ روڪيانس.

من ڪنهن جو رنجائي جي گهڙي هڪڙي پي،
هن پوڻ تي برسات تہ آءُ روڪيانس.

اي منهنجا قلم! مون کي قسم آ تنهنجو،
وڪڻ جو لڳي ڏات تہ آءُ روڪيانس.

*فهميده شرف بلوچ*

# غزل

ڪيترو پوءِ پيار مان مرڪي تي موسم،
جي هجي تو ساڻ مون سان منهنجو پريتم.

ويا ڇڏي هن سات منهنجو لڙڪ سارا،
بانسريون ڳائن نہ تيون سورن جا سرگم.

جهول مرڪن سان پرين! تنهنجي ڀري مون،
خواب نيڻن جا ڪڏي سڀ توکي ارپيم.

منهنجو جيون هونءَ تہ آ ويران صحرا،
پيار تنهنجو تنهن مٿان ياسي تو آگم.

اڄ وڇوڙو آ تہ ڇا هي بئي جنم ۾،
آءُ خوشبو بنجي تنهنجي لاءِ ايندم.

ياد توکي جي ڪري روئي پوان تي،
واءُ مرڪي تو اگهي پيو نيڻ پرنم.

تون ملئين جيءَ کي سرور ايڏو مليو جو،
هاڻ مون وٽ ڪونہ آهي ڪوئي ٻي غم.

*فهميده شرف بلوچ*

## غزل

هـي سنسـار سـارو ڏسـان مـان اکيـن ۾.
جـڏي ڏيهـ سـارو اڇـان مـان اکيـن ۾.

سـڀجي رات ڏيئـا کـري ذات ٻـاريم،
سـڀجي رات وسمـان، ٻـران مـان اکيـن ۾.

جڏهن کان هو وڇڙي ويو مـون کـان سـرتيون،
ٽٽـي آس دل جـي رسـا مـان اکيـن ۾.

سـڄو ڏيهـ هـاڻي ڏکـائي تـو کيـڏو،
جـڏي ڏيهـ سـارو لکـان مـان اکيـن ۾.

متـان پـوءِ پيهـر لهـي کوئـي ڳولهـي،
تـڏهن پـاڻ پئـي تـي ڍکيـان مـان اکيـن ۾.

اکيـن خـواب هکـڙو ڏنـو آ ملـڻ جـو،
اهـو خـواب هـک تـي رکـان مـان اکيـن ۾.

پـري کيـن هـک پـل بـہ توکـان تيـان مـان،
سـڄي عمـر تنهنجـي هجـان مـان اکيـن ۾.

پريـن! يـاد تنهنجـي ۾ هـک درد ينجـي،
تـي کنهـن لڙک وانـگر رلان مـان اکيـن ۾.

*فهميده شرف بلوچ*

# غزل

اچي صبح سان سويلو پرين،
ڪٿي تو ڏسي درد ويلو پرين.

رڳو ٺهڪڙا، ڪيڏي محفل متل،
مگر ساهه منهنجو اڪيلو پرين.

ائين من ۾ يادون ڦٽيون هن جيئن،
سنڌوءَ جي ڪناري ڪو ٻيلو پرين.

آ جيون جيئن گم تيل ٻار لئه،
لٽل منهن ۽ ويران ميلو پرين.

لڙيو سج ساجن، نه وڃ تون هتان،
ٿيو وقت ڪيڏو اويلو پرين.

*فهميده شرف بلوچ*

# جانب ناز غوري



پورو نالو: جانب غوري

والد جو نالو: جان محمد غوري

سالگره ڏڻ: 6 مارچ

جنم هنڌ: درگاهه نيوازڙو شريف تعلقو سوڀوديرو

تعليم: ايم ڪام، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور

روزگار/ ڪرت: بيروزگار

وندر: ريڊيو پاڪستان خيرپور تي ڪمپيرنگ ڪرڻ، ڪتاب پڙهڻ، سٺي موسيقي ٻڌڻ

اوهان جو پسنديده ڪتاب: گهٽا آهن پسنديده صنف: شاعريءَ ۾ غزل

پسنديده ليکڪ/ليکڪا: جيڪو به سٺو لکي

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1997 کان ڪنهن کان متاثر ٿي

لکيو: محترم ادل سومرو کان متاثر ٿي لکيو "سمنڊ جاڳي ٿو" پڙهي.

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (10) مضمون (25) ڪالم (50) ٻيون پروگرامن لاءِ اسڪرپٽ لکڻ

شاعري: غزل (327) گيت (2) وايون (170) نظم (36) چوسٽا (60)

ٻيون: هائيڪو 80 نثري نظم 200. ريڊيو تي گيتن پريون ڪهاڻيون به لکيون آهن.

شايع ٿيل ڪتاب:

| ڪتاب جو نالو | صنف | سال | پبليڪيشن |
|---|---|---|---|
| اکين جي شهر ۾ | شاعري | 2002 | غزل پبليڪيشن |

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب: ڪوبه نه

# غزل

اهي نيڻ منهنجا سفر ۾ ٿکيا هن!
ستل ڪيئي جذبا اندر ۾ ٿکيا هن!

هو، رستا، هونديون ۽ مينگهه ملهارون،
رهيل سارا منظر، نظر ۾ ٿکيا هن!

سيئي ساٿي تنهنجا هت، هت وتن ٿا،
منهنجا پير نازڪ ته، گهر ۾ ٿکيا هن!

هو سوچن تي پهرا ۽ سپنا ويڳاڻا،
سي رات پوئين پهر ۾ ٿکيا هن!

بن بن ٿا ڀٽڪون، ٿانيڪو رهون پر
مجنون هي ڪهڙا؟ شهر ۾ ٿکيا هن!

*جانب ناز غوري*

# غزل

پن چڻ ۾ بهار تي ڳولي،
دل اهڙو سنسار تي ڳولي

هن جي ويران نيڻن ۾،
سرتي منهنجي پيار تي ڳولي

ساونڻ رت ۾ اڄ به هوءَ،
ساجن جو ديدار تي ڳولي

هو ته ٻولڻ ڄاڻي ئي نه!
گونگن کان اظهار تي ڳولي

ڳالهه مڃڻ ته بهانو اٿس!
لفظن مان اسرار تي ڳولي

موئن دڙي جي کهنڊرن ۾
ميڙن جا آثار تي ڳولي

*جانب ناز غوري*

# غزل

چانڊني رات جا اماس لمحا،
دردن جو ڏين ٿا واس لمحا

اميدن تي برف ڄمي ويئي!
اسان کي مليا نراس لمحا

اسان ته مرڪڻ تي زور لاتو،
پر اچي سگھيا نه راس لمحا

زمانو سمورو ڪلي ڪڍي ٿو!
اسان جي قسمت اداس لمحا

رت بسنت ۾ ائين لڳي ٿو،
ڪٿي آيا هن، آس لمحا

*جانب ناز غوري*

# غزل

کيڏي اونڌهــ نينهــن نــگر ۾،
چنــڊ لهــي آ، منهنجــي گهــر ۾

چانــڊوڪيءَ جــو ســارو جوبـــن!
پرچــي آيــو، هــڪ منظــر ۾

اڻئــي کهــڙو نــاتو هــن ســان،
چمڪــي تــارو تنهنجــي پــر ۾

کهــڙا هــن هــي رنــج رســاما
بــاهر چــڙ پــر پيــار انــدر ۾

عيــد جــو چنــڊ تــون ٻنجــي آئيــن،
هــل هنگــامو تــي پيــو تــر ۾،

کيــڏو کيــر هــاريو آ، تــو،
چــانڊني تــي ٻئــي پــوري پــڌر ۾

*جانب ناز غوري*

# غزل

من ۾ آهن لفظ ٻه چار،
ڀڳلي، ماضي ائين نه سار

"رات راڻيءَ" جي خوشبو وانگر،
ناري! پويتر تنهنجو پيار

ايندڙ لئه، آ آس اندر ۾،
ويندڙ کي پويان نه پڪار

ٻولڻ جي به ضرورت ناهي،
نيڻن مان ٽِڙي نينهن نروار

سچا جذبا مرندا ناهن!
لفظن کي دل ساڻ اچار

هر ماڻهو امير لڳي ٿو
ڏکن جو ڪو ناهي ڏڪار.

*جانب ناز غوري*

# غزل

پريمين جو پيار آهين ڇوڪري
سونهن جو سينگار آهين ڇوڪري

سڪي!هر موسم آ تولئه ساڳئي!!
خزان منجهه بهار آهين ڇوڪري

شاعر توتي شعر لکن تا ڪيئي،
غزلن جو شهڪار آهين ڇوڪري

حال ۾ به رهي آن تون هميشه!
ماضيءَ جي تون سار آهين ڇوڪري

صدين جي وسعت، سمايل تو ۾
پوءِ به ننڍڙو ٻار آهين ڇوڪري

*جانب ناز غوري*

# غزل

مــن انــدر ڪــو گهــاءُ رهــي تــو،
هــر پــل تنهنجــو ســاءُ رهــي تــو

ذهـــن ۾ ”بدبـــوءِ“ انهـــن جـــي،
لفظـــن منجهـــ هٻڳـــاءُ رهــي تــو

مـــن منـــدر جـــي گنبـــذ انـــدر،
ڪنهـن جـو هـي پڙ لاءُ رهـي تـو؟

تنهنجـــي ٻچـــڙي جـــي اکڙيـــن ۾،
ڪهـــڙو ســـپنو مـــاءُ رهـــي تـــو؟

ڪنهن ڪان آهي ڇا ڪسجي ويـو؟
ڇـا جــو هـــي پڇتــاءُ رهـــي تـــو؟

تـــو وٽ ســـچائي آهـــي تـــوري!
ڳـالهين منجهـــ وڏاءُ رهـــي تـــو.

ڏيئـــو ڪيســـين جلنـــدو رهنـــدو؟
مونڪـــي هـــيءُ ســوداءُ رهــي تـــو.

*جانب ناز غوري*

# غزل

محبت کي ايندو زوال نہ آهي
پر حيات ايتري وشال نہ آهي

ڇو بيخيالي تي رهين "سڪي"؟
ڇا توکي ان جو خيال نہ آهي؟

ٻن دلين اندر وڇوٽيون وجهي،
هوا ۾ بہ ايڏي مجال نہ آهي

شعر سرجي پون ڏات آذار تي،
ان ۾ اهڙو تہ ڪوئي ڪمال نہ آهي

هوءَ ڪاري تي ماري وڃي!
ڇو سمجهين پيو اهو سوال نہ آهي؟

*جانب ناز غوري*

# غزل

کا منهنجي خطا ٻڌاءِ ڪٿي،
وري مونکي سزا ٻڌاءِ ڪٿي،

پيار ۾ جنهن نہ پوڳيو هجي!
ڪائي اهڙي ڪتا ٻڌاءِ ڪٿي

ڏچون تا جي نہ پوري ٿئي،
گهرون ڪهڙي دعا ٻڌاءِ ڪٿي

مون ڄاتو اهو تون آن املهہ!
جي اٿئي کا "بها" ٻڌاءِ ڪٿي

*جانب ناز غوري*

# غزل

اکڙين ۾ خواب سارا رهجي ويا،
لفظ کي چوڻ وارا رهجي ويا

صدين جي دعائن کان پوءِ ها مليا!
سي پل پيي اڏارا رهجي ويا

جتي ها خوشين جا پهرا لڳل!
روئندا گهرجا، جارا رهجي ويا.

جڏهن ويندي الوداع چيائين پئي!
بس ٻه لڙڪ کارا رهجي ويا

ڪن کي مليو حد کان ٻه وڌي،
ءِ کي تہ اجارا رهجي ويا

*جانب ناز غوري*

# فض غزل

**پورو نالو:** فض علي

**ور جو نالو:** سيد علي ڏنو شاھ

**سالگره ڏڻ:** 22 ڊسمبر

**جنم هنڌ:** باجارا

**تعليم:** بي ايڊ ،ايم اي(سنڌي)

**روزگار/ ڪرت:** ٽيچر

**وندر:** لکڻ، پڙهڻ ۽ پڙهائڻ

**اوهان جو پسنديده ڪتاب:** نهج البلاغ **پسنديده صنف:** غزل

**پسنديده ليکڪ/ ليکڪ:** زيب سنڌي

**لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي:** 1990 کان لکڻ شروع ڪيم

**ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو:** شيخ اياز ۽ نارايڻ شام جي شاعريءَ کان

**ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:**
ڪافي تعداد ۾ ڪهاڻيون، ڊائري، غزل، گيت، وايون، نظم ۽ چوسٽا لکيا اٿم

**شايع ٿيل ڪتاب:**

| ڪتاب جو نالو: | صنف - | سال - | پبليڪيشنز جو نالو |
|---|---|---|---|
| چنڊ ۽ چاهتون | (شاعري) غزل،وايون | 2000 | گل ڪونٽر |

**اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب:** ڪوبہ نہ

# غزل

يادون هر بار ايندـيون هن
اڪيون اشڪبار ٽينديون هن

پرينءَ جي پار جو سنديس،
اچي هوائون ڏينديون هن

ڪڏهن جيون ۾ خوشيون
گلن جا جهول پرينديون هن

ها! دل جي درد جون پرين،
اڪيون ساڪي ٽينديون هن

هلندي هلندي راهون يي،
شهر جانان! نينديون هن.

جاڳي، جاڳي روئندي لڪندي،
گذري راتيون وينديون هن.

*فضہ غزل*

# غزل

هر ڪا آس اڌوري ناهي
دليون گڏ ته دوري ناهي

چاهت گهٽجي ڪين سگهندي،
عمر سڄي آ تُوري ناهي

من اندر جي سچائي آ،
پوءِ ته ڪا مجبوري ناهي

اوهان جو سات ئي گهرجي تو
پيو ڪو سات ضروري ناهي

صديون گهرجن، هُونءَ حياتي،
پيارُ ڪرڻ لئه پوري ناهي

*فضہ غزل*

# غزل

گــــڏ رهــــڻ جــــي آس آهــــي،
آس نــــہ ٽيڙــــي نــــراس آهــــي.

هــــا! تمــــو ســــواءِ او پريــــن،
هــــر شــــام ٿــــي اداس آهــــي.

چــــوڏس ٿــــي آ روشــــني،
رات نــــہ رهڻــــي اماس آهــــي.

تنهنجــــي لاءِ تــــہ هــــر هــــڪ پــــل،
انــــدر منجهــــہ اڪــــاس آهــــي.

درد ٻــــُــــڌي روئــــي پيــــو،
مــــاڻهو ڪــــو حســــاس آهــــي.

هــــُــــو يــــي چــــاهي ٿــــو ڪيــــڏو،
هــــاڻ ٿيــــو وشــــواس آهــــي.

*فضہ غزل*

# غزل

سونهن نگر ۾ تنهنجو عڪس،
من اندر ۾ تنهنجو عڪس.

يادون تنهنجون ساڻ سدائين،
سوچ نگر ۾ تنهنجو عڪس.

سڪَ سمنڊ ۾ سوچون جاڳن،
لَهر لهر ۾ تنهنجو عڪس.

بهارُ آيو مڪڙيون ٽڙيون،
هر منظر ۾ تنهنجو عڪس.

چنڊ ۾ پڻ ٿا توکي ڳوليون.
نيڻ نظر ۾ تنهنجو عڪس.

*فضہ غزل*

# غزل

آءُ اَڄي ڏس هاڻ اکين ۾،
کيڏي آ آلاڻ اکين ۾.

تنهنجي دردن جي اوجاڻي،
هر دم آ لالاڻ اکين ۾

نيڻ بہ نيٺ تہ مُرڪي پوندا،
عڪس تہ پنهنجو آڻ اکين ۾.

ها اَڄُ يي ساڳيا اوسيئڙا،
آهن تنهنجي ڪاڻ اکين ۾.

سونهن تصور ۾ آ تنهنجي،
۽ ان جي آ چانداڻ اکين ۾.

روز ڏسون ٿا آئينو يي،
پاڻ بہ ڏِسجي هاڻ اکين ۾.

فضہ غزل

# غزل

مَن اندر ۾ ڪير ته آهي،
نيڻ نظر ۾ ڪَيرُ ته آهي.

سارَ، سُڏڪا سَڏَ آهن،
خالي گهر ۾ ڪَيرَ ته آهي.

پيارَ جي ڇانوَ ۾ آ بيٺل،
ڏس منظر ۾ ڪيرُ ته آهي.

شعر لکير جي هُنَ لئه،
سوچَ نگر ۾ ڪيرُ ته آهي.

مَن ذهن ۾ آهين تون،
گَڏ سفر ۾ ڪيرُ ته آهي.

توکي ساري تو روئي،
هِنَ شهر ۾ ڪيرُ ته آهي.

*فضه غزل*

# غزل

ســـالگرهہ تـــي ســـار ڪٺـــي اينديـــون،
مکڙيـــون مهڪـــار ڪٺـــي اينديـــون.

گـــل خوشـــبوئن ســـان ڀنـــل هـــي تولئـــ،
هوائـــون هـــار ڪٺـــي اينديـــون.

وســـاري ڪيئـــن چـــڏيان او پريـــن!
منـــدون ميـــار ڪٺـــي اينديـــون.

ڪيـــن سمجهـــي ســـگهئين جـــي پيـــار ڪـــي،
اکيـــون اظهـــار ڪٺـــي اينديـــون.

منهنجـــون ســـوچون تـــوڏي اينـــدي،
ادب اشـــعار ڪٺـــي اينديـــون.

*فضہ غزل*

# غزل

زهــــر زندگـــيءَ جـــو پئـــي تـــو،
پــوءِ يــي انســـان جئـــي تـــو.

هـــــالار جيـــــڏو حوصلــــــو،
پـــاڻ کـــي پـــاڻ ئـــي ڏئـــي تـــو.

ڏک ڏيهـــ جـــا کٽـــي او ســــکي،
روز روئـــي لکٽـــو پئـــي تـــو.

تحريـــــر خــــاموش کــــانهي،
هـــا! قلـــم يـــي تـــ کجهـــ چئـــي تـــو.

کوتـــا ئـــي تـــي ســـات ڏئيـــس،
تنهـــا جـــڏهن هـــو تئـــي تـــو.

*فضہ غزل*

# غزل

جڏهن ٻـ ڪو ساريندو آ،
آب اکين مان هاريندو آ.

ٻـ چار گهڙيون گڏ گهاريل،
ڪيئن ڪوئي وساريندو آ.

ڪا آس رکي هو من اندر ۾،
راهـ روز نهاريندو آ.

طوفانن ۾ اجهاڻا جيڪي،
ڏيئا هر هر ٻاريندو آ.

خوابن ۾ ئي خوش رهي،
جيءَ کي هو تـ جياريندو آ.

درد نگر ۾ ڪوئي ماڻهو،
تنها جيون گهاريندو آ.

*فضہ غزل*

# غزل

توسان ساڳئي پريت او سائين،
من جو تون ئي ميت او سائين.

راتيون جاڳي تولئه لکيا،
سندر سارا گيت او سائين.

تنهنجي ملڻ سان مهکي پوندي،
روح جي رڻ جي ريت او سائين.

محبت ۾ تون هار نه مڃجانءِ،
نيٺ ته ٿيندئي جيت او سائين.

ٿا ياد سهاري جيون گهاريون،
کهڙي هي آ ريت او سائين.

*فضه غزل*

# نسرين سيد

پورو نالو: نسرين سيد

والد جو نالو: غلام علي شاهه

سالگره ڏڻ: 17 ڊسمبر

جنم هنڌ: خيرپور ناٿن شاهه

تعليم: ايم.اي ايڪنامڪس

روزگار/ ڪرت: نه

ونڊر: لکڻ پڙهڻ ۽ ريڊيو ٻڌڻ

اوهان جو پسنديده ڪتاب: اوجاڳا خواب ۽ دنيا جون عظيم انقلابي عورتون

پسنديده صنف: غزل ۽ نظم پسنديده ليکڪ/ ليکڪ: ظفر عباسي

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1999 کان

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: وکريل حالتن کان

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (100) مضمون (26) ڪالم (6) ڊائري (100)

شاعري: غزل (200) گيت (10) وايون (50) نظم (100) چوسٽا (100)

شايع ٿيل ڪتاب:

| ڪتاب جو نالو: | صنف - | سال - | پبليڪيشنز جو نالو |
|---|---|---|---|
| ڪنهن، ڪنهن جي ننڊ چورائي | (شاعري) | 2000 | نيو ٿنڪرس فارم |
| حويليءَ ۾ گم ٿي ويل وجود | (ڪهاڻيون) | 2002 | هالار پبليڪيشن |

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب:

| ڪتاب جو نالو | صنف |
|---|---|
| (1) ؟ | نثري ٽڪرن جو هڪ مجموعو |

# غزل

توکان ئي توکي کسڻ تي مان چاهيان
پرين پيار تو سان کرڻ تي مان چاهيان

سهارو نه گهرجي تو هڪڙي جنم جو
هزارين جنم گڏ هلڻ تي مان چاهيان

نيت تہ تيندو ملڻ اسان جو بہ ساٿي
دنيا کي اهو سڀ ڏيکارڻ تي مان چاهيان

محبت لفظ آ ننڍڙو کيتُو بہ سائين
بس امر پيار پنهنجو کرڻ تي مان چاهيان

پل نہ بہ هجي قسمت ۾ نانءُ تنهنجو جي
هٿ تي زوريءَ لکير ڪڍڻ تي مان چاهيان

*نسرين سيد*

# غزل

ائيـــن نـــ کنهـــن کـــي چـــاهبو آ
روئـــــي پـــاڻ نـــــ رلائبـــــو آ

چريــــــو چوندئـــــــي دنيـــــا
لـــوک کـــان نينهـــن لکـــائبو آ

تنهـــــائي ۾ جيـــــون گهـــــاري
ائيـــن نـــــ پـــاڻ وجـــائبو آ

پيـــــار ۾ منهنجـــــي او ســــرتي
ايـــڏو نـــ کنهـــن کـــي آزمـــائبو آ

دل ســـان نـــانءُ هـــن جـــو ونـــي
کـــڏهن کـــڏهن تـــــ اچـــاربو آ

*نسرين سيد*

# غزل

پاند تنهن لاءِ پسائين چوٽي،
ايڏو هن کي سارين چوٽي،

جيڪو ويو آ راهه ۾ رولي،
تنهن لاءِ لڙڪ تون هارين چوٽي.

هن جي ياد ۾ منهنجي سرتي،
اندر پنهنجو ٻارين چوٽي.

هن جي در جي آمهون سامهون،
پير پنهنجا بيهارين چوٽي.

منزل کان ائين منهن موڙي تون،
حوصلو پنهنجو هارين چوٽي!

وفا ڇا آهي اي نسرين!
ايڏو تون ويچارين چوٽي؟

*نسرين سيد*

# غزل

مــــــان پٽڪنــــــدي رهـــــان تـــــي
زندگـــي جـــو زهـــر پيئنـــدي رهـــان تـــي

دل جـــو ينـــچ اجـــڙي ويـــو آهـــي
اهـــو ئـــي گيـــت لکنـــدي رهـــان تـــي

تنهنجـــي پيـــار ســـواءِ نـــ گهرجـــي ڪجهـــ بـــ
بـــس ان لئـــ واجهـــائيندي رهـــان تـــي

جدائـــــيءَ ۾ مـــــري تــــي ڪيــــڏو!
اهـــو ئـــي ســـور ٻڌائينبـــدي رهـــان تـــي

ســـج لهـــڻ ويـــل قـــدم تنهنجـــا
گهـــر پنهنجـــي ڏي ســـرندي ڏسـان تـــي

*نسرين سيد*

# غزل

ڪارا ڪپڙا پائيندي نہ ڪر
من منهنجو تڙپائيندي نہ ڪر

پيار منهنجي ۾ او سڪي منهنجي
وڳا ويس نهرائيندي نہ ڪر

اوسيئڙي ۾ تون اڪثر سائڻ
رستا راهون نهاريندي نہ ڪر

پائي چوٽا چنبيلي ۽ گل گلاب جا
آئيني آڏو پاڻ سنواريندي نہ ڪر

تصور ڪري ساجن جو تون
پنهنجي منهن شرمائيندي نہ ڪر

*نسرين سيد*

# غزل

منهنجون آهن رڳو التجائون
سدا رهنديون تو سان وفائون

اچين نٿو مون ڏي تون ساجن
اسان لاءِ رڳو آهن سزائون

ملڻ جي آس ۾ جانان!
لبن تي بس آهن دعائون

ملين ته هاڻ ٿي ملي وڃ
پوءِ هوندئي رڳو پڇائون

دنيا ڏنا درد کيڏا نسرين کي
اندر مان نڪرن آهون ۽ صدائون

*نسرين سيد*

# غزل

او چنڊ هن جي ياد ڏيارين ٿو
تن من کي تڙپائين ٿو

مدهم روشنيءَ ۾ ڪيون جي رهاڻيون
اهي ڳالهيون سڀ وسرائين ٿو

چمڪي اچي اڱڻ منهنجي تي
ساجن جا قصا ٻڌائين ٿو

محبت جي ڪهاڻي آ تو تائين محدود
لوڪ کي درد منهنجا سڻائين ٿو

سليو آهي سور تو سان نسرين
پوءِ ان کي ايڏو روئارين ٿو

نسرين سيد

# غزل

حسرتون مرندي ڏسان ٿي
خواهشون جلندي ڏسان ٿي

نفرت جي هوا ڪهڙي گهلي
شهيدن جو خون لڙهندي ڏسان ٿي

ڪهڙو آهي انصاف هتي
درياءُ هي سڪندي ڏسان ٿي

سڪ ۾ سڪندي ڪي ئي ڏٺا
پيار تي پهرا پابندي ڏسان ٿي

شعر لکيا روئي روئي نسرين
احساس جذبا گهائجندي ڏسان ٿي

*نسرين سيد*

# غزل

هن گھر مان نڪرڻ گھرجي
توسان هاڻ ملڻ گھرجي

گل ڪيئن ٽڙندو آ گلشن ۾
رنگ قدرتي ڏسڻ گھرجي

پيارن جي محفل ۾ جانان
پاڻ کي هاڻ وجڻ گھرجي

درد ڀري هيءَ سچي شاعري
ناڻ تو پريتم ڪرڻ گھرجي

پنهنجي هر سپني ۾ نسرين
ان کي هاڻ ڏسڻ گھرجي

پيار ۾ ائين تہ تي ويندو آ
لفظ اهو ور چوڻ گھرجي

*نسرين سيد*

# غزل

ڇا عشق ۾ ائين ٿي ٿيندو آ
روئڻي پاڻ رلائبو آ

ڪٿي آهي؟ ڪيئن آهي؟
لوڪ کان پيو پڇائبو آ

راتيون جاڳي جاڳي هن لاءِ
ڪيس ايڏو ڇو ساربو آ

واعدن متان هن واعدا ڪيڏا
آخر هڪ وچن ته پاڙبو آ

پيار ۾ او منهنجي پريتم سڪي
نسرين کي ايڏو نه ستائبو آ

*نسرين سيد*

# ساجده جبين

پورو نالو: ساجده شاهه

والد جو نالو: سيد غلام سرور شاهه لکياري

سالگره ڏڻ: 27 مارچ

جنم هنڌ: باجارا

تعليم: بي.اي

روزگار/ ڪرت: ڪاب نه

وندر: لکڻ پڙهڻ

اوهان جو پسنديده ڪتاب: پيار جي موٽ ۾ پسنديده صنف: ڪهاڻي پسنديده ليکڪ: مشتاق بخاري ۽ ظفر عباسي ليکڪا: ڪلا پرڪاش

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1994 کان

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: شرجيل جي ڪتاب "پن ڇڻ ڪانپوءِ" کان متاثر ٿي لکيو هيم.

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

پيون: مون ڪهاڻي ۽ مضمون، ڪالم ڊائري غزل وايون نظم ۽ چوسٽا ۽ گيت پڻ لکيا آهن ۽ منهنجون لکڻيون ايتريون آهن جو چار مجموعا ڇپجي سگهن ٿا.

شايع ٿيل ڪتاب: ڪوبه نه

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب:

| ڪتاب جو نالو | صنف |
|---|---|
| (1) "جذبن جهوريو جيءُ" | ڪهاڻيون |

# غزل

توسان چاهت سهڻا سائين
رهندي ڏينهن قيامت تائين

توکي جيون مون آ ارپيو
مونکي پائين يا نه پائين

پنهنجي تون اندر ۾ وڃجانءِ
ملڻ جڏهن يي مونسان جهين

درد سمورا وسري ويندا
پيار مان ڳل جي مونکي لائين

ساجده جبين

# غزل

مونکي منهنجو آهه قسم
مون آ توکي چاهيو صنم

پيار منهنجي جو پرين
سدا رکجاءِ تون ڀرم

توکي حاصل کري ئي رهبو
منهنجو اهو آهه عزم

تنهنجي کري ئي ڏس مون
سٺا ڪيڏا آهن ستم

توکي آخري خط لکي
مون سان گڏ هي رنو قلم

ساجده جبين

# غزل

هن جيءَ مونکي وسارءِ تون به وسري وڃ
جب جاب منهنجي زندگيءَ مان پوءِ نکري وڃ

هو ٽٽو هربار جوڙيو هن کي مون.
ٽٽيس جي مان، چيئين پل ته وکري وڃ

پاڻ ٿيا هون بار پريںءَ تي هاڻي تون!
ساهه پکي دور افق ڏانهن اڏري وڃ

جنهن کي سمجهين منزل پيو تو تون سائين!
سا ته آهه راهه ڏکي تون گذري وڃ

پرچي پوي من اگهي ڳوڙها ڳل لائي
دل! پريںءَ جي پار ڏي تون وري وڃ

ساجده جبين

# غزل

ڪڏهن پلا تون ايندين سائين
منهنجو ٿي بس ٿينديـن سائين

هيءَ وڇن ڪر هان قسم سان
ڏور نه مونکان ويندين سائين

پنهنجو سمجهي پنهنجي تپ مان،
سارا سور سينديـن سائين

جيئون جي ڪنهن مور تي مونکي
ڪڏهن ڪونه ڇڏيندين سائين

ساجده جبين

# غزل

توکي آهـ محبت ملڻ جو ڏانءُ
مرڪي مرڪي دل کسڻ جو ڏانءُ

اوهانجي محبت سيکاريو آ ورنہ
اسانوٽ ڪٿي هو لکڻ جو ڏانءُ

پيار ۾ پيڙا اٿئي، سوچي وٺ
ڇا توکي آ درد سهڻ جو ڏانءُ

عشق اڳيان تنهن هار مڃي ڪيئن؟
جنهن کي هو هر ڪٿڻ جو ڏانءُ

سو تہ هر حال ۾ جيئي ويندو
جنهن کي آ هوندو جيئڻ جو ڏانءُ

ڏک ۾ بہ مرڪي ڏيکڻ ٿو تون
توکي آهي ڪيئن کلڻ جو ڏانءُ

ساجده جبين

# غزل

رت بسنت جي موٽي آئي
ساجن آءُ تـ ٿئي سرهائي

توبن چين نه دل کي آهي،
نيٺن آهي ننڊ وڃائي

توسان ٿي مون منهنجا جاني!
پنهنجي اهي دل لڳائي

آءُ اداس رهان ٿي توبن
دل کي اچي ڏي خوشي ڪائي

ساجده جبين

# غزل

پنهنجي پيار ۾ گم آهيان
هينئين جي هار ۾ گم آهيان

هو سامهون اچي ويٺو آهي
مان ديدار ۾ گم آهيان

هو هليو ويو اڄ واپس
۽ مان سار ۾ گم آهيان

ايندو ڪڏهن هو هاڻ وري
ان ويچار ۾ گم آهيان

سڀ ڪجهه ڀڄ ويو آ وسري
هڪ منتر ۾ گم آهيان

محمد جميل

# غزل

منهنجي شهر تون آيو آهين
پياسي تر تون آيو آهين

ان کان وڌ ٻي کهڙي خوشي آ
منهنجي گهر تون آيو آهين

ڀيرين ڀيرين ڪانگ لنوي چيو
اڄ ٻاهر تون آيو آهين

ڪيتري عرصي کانپوءِ سائين!
نينهن نگر تون آيو آهين

توکي ٻيو ڪير گهرائي ملندو
منهنجي در تون آيو آهين

ساجده جبين

# غزل

توبن جيئڻ ٿيو دشوار
مل خدارا تون هڪوار

دل جو گل ٿڙي بوندو
تون جي ايندين، ايندي بهار

توسان منهنجي روح جو رشتو
تون ئي آهين منهنجو پيار

تنهنجا آهيون تنهنجا آهيون
توکي چئون پيا ٻار ٻار

غم ملي يا ملي خوشي ڪا
جيون مرڪي مرڪي گذار

توکي ساري نين اسان جا
هر هر ٿين ٿا اشڪبار

آخري لمحن تائين پرين!
تنهنجو ڪنداسين پيا انتظار

ساجده جبين

# غزل

تون ٻلي وئين پنهنجو پاڻ
تنها آهيان صفا مان هاڻ

بس رڳو ايترو ئي ٻڌاءِ
نيهن ناتو ڇنئه ڇا ڪاڻ

پيار منهنجي ۾ هئي ڪمي،
تون ته سنو هئين پرين پاڻ

اوهان ڀڃائن، هن جيون ۾
ڪائي بهار نه ايندي هاڻ

جنهن اسان کي جدا ڪيو،
سگهيو نه رهندو سو ٻه ڪچار

منهنجي پوءِ به دعا اٿئي،
شل سڄڻ تون جونئي ماڻي

ساجده جبين

# بينظير عادل



**پورو نالو:** بينظير رسول

**والد جو نالو:** عادل سخيرائي

**سالگره ڏڻ:** 8 آگسٽ

**جنم هنڌ:** دادو

**تعليم:** بي.اي

**روزگار/ ڪرت:** پرائيويٽ ٽيچنگ

**وندر:** ڪتاب پڙهڻ - سلائي ڪرڻ

**اوهان جو پسنديده ڪتاب:** بند دروازو **پسنديده صنف:** غزل **پسنديده ليکڪ/ ليکڪا:** استاد بخاري، امرتا پريتم

**لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي:** 1995 کان

**ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو:** ڪتاب پڙهي شوق ٿيو

**ڪهڙين صنفن ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:**

**نثر: ڪهاڻيون** سون ڪڏهن مواد ڳڻيو ناهي.

**شايع ٿيل ڪتاب:** ڪونه

**اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب:**

| ڪتاب جو نالو | صنف |
|---|---|
| (1) تنهنجون يادون پرين | شاعري |
| (2) منهنجون اکيون تنهنجا عڪس | شاعري |
| (3) حسين چهرا، حسين منظر | ناول |
| (4) موسمون ۽ مان | ڪهاڻيون |

# غزل

ملئيـــن تـــون تـــ مونكـــي هـــي سنســـار مليـــو.
مـــان ســـكيس تـــي تـــولاءِ ســـو ديـــدار مليـــو

زمـــاني جـــي گـــردش ۾ گم تـــي وجـــان هـــا
پـــر حوصلـــو توكـــان آ هربـــــار ميلـــو

هئـــي منهنجـــي مـــن ۾ مايوســـي تـــ كيـــڏي،
توكـــان جرئتـــن جـــو تـــي هتيـــار مليـــو.

مليـــون نفرتـــون كـــوڙ ســـاريون دنيـــا ۾،
اوهـــان كـــان اســـان كـــي فقـــط پيـــار مليـــو.

انهـــيءَ ســـان كئـــي آ اســـان آشـــنائي
جـــو دردن ســـان انســـان تمنـــار مليـــو

هيـــس بـــي يقينـــيءَ جـــي دنيـــا ۾ رهنـــدي
وٽـــان تنهنجـــي ســـائين اعتبـــار مليـــو

كپـــي پيـــو چـــا هـــانءُ جـــڏهن بـــي پناهـــ
توكـــان محبتـــن جـــو اظهـــار مليـــو.

خزائـــن جـــي هيـــراك هئـــي بينظيـــر
چگـــو تيـــو بهـــارن جـــو ســـهكار مليـــو.

*بينظير عادل*

# غزل

اوهان سان ملڻ لاءِ ڪيون ٿا بهانا،
اوهان کي ڏسڻ لاءِ اچون ٿا روزانا.

اوهان جون گهڻيون هن اسان کي پياريون،
اسان کي ڏسيو ڇو ٿيوٿا بيگانا.

آٿو پيار دل ۾ ته کولي ٻڌايو،
اسان ورنه بڻجي وينداسين ديوانا.

اسان چاهيون ٿا اوهان وٽ اچڻ ۽
اوهان ناهيو پياٿا نوان آستانا.

اوهان جو ملڻ ۽ جلڻ ڏاڍو پيارو،
اوهان سان گذارڻ چاهيون ٿا زمانا.

اسان جا نرن نيڻ ڏسندي اوهان کي،
اوهان آهيو خوابن جي تعبير جانا.

اوهانجي هجڻ سان هتي بينظير،
خوشيون کوڙ آهن. آهن شادمانا.

*بينظير عادل*

# غزل

تو پٽڪيو پر ۾ الائي آ ڇاڇا،
مون سمجھيو پر ۾ الائي آ ڇاڇا.

جدائي ۾ ميلاپ انمول آهن،
محبت جي جر ۾ الائي ا ڇاڇا.

رڳو سميٽيون محبتون دل ۾
دلين جي تر ۾ الائي آ ڇاڇا.

هڪڙن جي گھر ۾ ليي ڪين ڪجھ،
۽ ٻين جي گھر ۾ الائي آ ڇاڇا.

گھٽو ئي ڏٺو مون دنيا ۾ پر
هن جي نظر ۾ الائي آ ڇاڇا.

ڏٺا مون نشيلا ڪيئي ته آهن
پر هڪ نظر ۾ الائي آ ڇاڇا.

نظارا ڪيئي موهن تا دل کي،
پر ڪينجھر ۾ الائي آ ڇاڇا.

ياد ڪرڻ لاءِ گھٽو ڪجھ آ پر،
هڪ سانير ۾ الائي آ ڇاڇا.

*بينظير عادل*

# غزل

اسان کي ادائون گهريون ته ناهن،
توکان چاهنائون گهريون ته ناهن.

اسان ته کيو آ بس پيار توکي،
توکان کي بهائون گهريون ته ناهن.

خود درد آيو آ هلي اسان وٽ،
اسان کي صدائون گهريون ته ناهن.

هڪ جهوٽي هوا جي ۾ وکري وياسين،
اسان کو هوائون گهريون ته ناهن.

ڏيو جي دل سان ته قبول آهن،
اسان کي سزائون گهريون ته ناهن.

ڇا ٿي پيو جي وئين تون بدلجي،
توکان کي وفائون گهريون ته ناهن.

خزائن جي دل ئي لڳي آ اسان سان
اسان کو خزائون گهريون ته ناهن.

جي ڏيندؤ ته سنيالي رکنداسين پر
اسان کي جفائون گهريون ته ناهن.

*بينظير عادا*

# غزل

پري تي وياسين جو ذاريا هئاسين،
ساگر جا ڇڙ ڪو ڪنارا هئاسين.

رهي آهي آلاڻ هميشه اڪيلي ۾،
مگر پوءِ به ڪيڏا اجارا هئاسين.

اسان ڏي سريا بي وجهه درد ساٿي،
دردن کي به ڇو پاڻ پيارا هئاسين.

سهارا گهڻا هئا ڇڄي ڌار تيا پر
ويا دور تي، بي سهارا هئاسين.

قسمت گهڻو ئي ته سمجهائڻ چاهيو
نه سمجهي سگهيا جو اشارا هئاسين.

مصري ۽ ماکي اڳ ۾ ٻڌجي رهياسين،
ٻڌجي پيا پوءِ کسارا هئاسين.

اوهان جي اسان تي نظر پئي ترسي
بينظير ڪو دلڪش نظارا هئاسين؟!

*بينظير عادل*

# غزل

تنهنجون هي ادائون بہ پياريون لڳن ٿيون
تنهنجون هي وفائون بہ پياريون لڳن ٿيون.

توکي دل ٿي چاهي تہ ايڏو او سائين!
تنهنجون هي خطائون بہ پياريون لڳن ٿيون.

جڏهن ياد ايندي آ من ۾ اوهان جي،
تہ ڪوسيون هوائون بہ پياريون لڳن ٿيون.

حسينن ڪي هوندي مڳي آ ٻڌون ٿا،
مگر هي جفائون بہ پياريون لڳن ٿيون.

جتي تون هجين شال خوش ٿي هجين من،
تنهنجي دل جون دعائون بہ پياريون لڳن ٿيون.

ڏئي اچلون دل ٿي ملڻ چاهي توسان
اندر جون صدائون بہ پياريون لڳن ٿيون.

*بينظير عادل*

## غزل

ڏس ڪيئن اسان گذاريون ٿا
توکي پيا پل پل ساريون ٿا

چاڻون ٿا تون اڃتو ناهين
پوءِ به وات نهاريون ٿا .

گذري وڃي ٿي ڏکي سکي ائين،
بس تون بن اسان گذاريون ٿا .

ياد به اسان لئه سهارو سگهارو
سهاري ان جي پيا گهاريون ٿا .

جيون هيءُ کهڙو کو جيون آ بس
مڙئي پاڻ ماري پيا جياريون ٿا

هوءِ ڇئي توکي سامهون ڏسان روبرو
پر اجان دل جي ڳالهه کي به ٽاريون ٿا .

توسان گڏ ته هيون خوشيون ڪيتريون
توبن هاڻ هينئڙو پيا هاريون ٿا .

هرگهڙي تون اسان کي ياد آن عادل
ڪوپل به نه توکي وساريون ٿا .

*بينظير عادل*

# غزل

منهنجي اک جو تارو سائين
منهنجو جيءَ جيارو سائين

توسان منهنجي چاهت اهڙي
آهين سارو سهارو سائين

ڇوٽو ڇڙٻين مونکي تون
ڇو ٻولين تون کارو سائين

تنهنجي ڪارڻ وقف ڪيو آ
پنهنجو جيون سارو سائين

توکي ڏسي ٿا نيڻ ٺرن هي
آهين اهڙو پيارو سائين

ائين خوشين جو اظهار نہ ڪر
آ هر ماڻهو ريسارو سائين

ڪيئن وٺندو دنيا کي پلا
سچ تہ توهہ ڪسارو سائين

تنهنجو سات بهارن جهڙو
تنهنجي ياد آ سيارو سائين.

توکي هردم آ ساريندو
منهنجو من ويچارو سائين.

توکان وڇڙي ائين ٿا پڇرون
لمحو لمحو اونهارو سائين.

بينظير عابد

# غزل

ڏٺو آ مون هتي نظرن جي ڦرڻ جو منظر
حسينن جي نيڻن مان لڙڪ ڪرڻ جو منظر

ڪڏهن تون به محسوس تہ ڪر ۽ ڏس
دل جي اکين سان روح جي جهرڻ جو منظر

اڃيون ۾ انتظار جو سلسلو هي اڻکٽ
پر سندر آ ساڳي انتظار ڪرڻ جو منظر

اڃي تون بہ ڪنهن ڏينهن مون وٽ پلي ڏس
ڪيڏو آ درد ناڪ احساس مرڻ جو منظر

حادثا ڪوڙ دل ڏکي تي جن سان ليڪن
ڏکوئي ٿو ڪنهن جي نظر ۾ ڪرڻ جو منظر

بينظير عادل

# غزل

ڏئي درد پوءِ وندائن ٿا ڇو؟
اسانکي پل پل ستائن ٿا ڇو؟

ڪٿان هو سکيا هن اهائي ادا،
روئاري ۽ پوءِ کلائن ٿا ڇو؟

اسان ساپيائون ٿا ڳوليون پيا،
خواب اسان جا جلائن ٿا ڇو؟

رهڻ ٿي چاهيو جن سان گڏ اسان
اهي تنهاين سان ملائن ٿاڇو؟

اسان ياد جن کي آ هر هر ڪيو
اهي ئي سڄڻ پوءِ ڀلائن ٿا ڇو؟

سيني جي وچم اسان کي رئاري
اسان جي مذاڪ اڏائن ٿا ڇو؟

بڌاءِ بينظير! ڇا دوستي اها آ
رکي دوستي، نه نڀائن ٿا ڇو؟

*بينظير عا*

# جهان آرا بتول



پورو نالو: جهان آرا قمبراڻي

والد جو نالو: محمد خميسو

سالگره ڏڻ: 19 آڪٽوبر

جنم هنڌ: ماتلي ضلعو بدين

تعليم: بي-اي

روزگار/ ڪرت: ٽيچر

ونڊر: ادبي سرگرميون

اوهان جو پسنديده ڪتاب: قرآن شريف پسنديده صنف: نثري نظم

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1998 کان اردوءَ ۾ لکڻ جي شروعات ڪيم

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: مقبول مارو

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (2) مضمون (1) ڊائري (12) پيون مزاحيه 16

شاعري: غزل (50) گيت (3) وايون (6) نظم (70)

شايع ٿيل ڪتاب: ڪوبہ نہ

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب: ڪوبہ نہ

# غزل

رنا آهيون ياد ۾ ڏينهن رات مسلسل
وهندي رهي آ نيڻن ۾ برسات مسلسل

ڇا غم نصيبن ۾ رهيا آهن منهنجي سدا
۽ دل اندر رهن هر دم فڪرات مسلسل

اوهان سان ملڻ هاڻ مشڪل ٿي آهي پيو
ڪڏهن هوندي هئي پنهنجي ملاقات مسلسل

ڇو مونکي وساري ڇڏيو آهي هن بتول
ٿي تن ۾ اندر رهي ڪهڙي تات مسلسل

*جهان آرا بتول*

# غزل

ظلم تنهنجا سهندي بہ توتي فدا ٿي ويا آهيون،
۽ تنهنجي ئي ڪارڻ تنهنجي ادا ٿي ويا آهيون.

برسي پئي ٿي جو وڇوڙن جي بارش
انسان آهيون اسان فنا ٿي ويا آهيون.

محبت جو مونکي ناهي تصور توبن پيارا،
جسم توکي اربي ڪائي وفا ٿي ويا آهيون.

يقينن هوندئي افسوس انهي ڳالهہ جو،
جو جدا توئي ڪيو ۽ جدا ٿي ويا آهيون.

ڪهڙيون زماني سان ڪيان شڪايتون بتول
اسين تہ پنهنجو پاڻ کان بہ خفا ٿي ويا آهيون.

*جهان آرا بتول*

# غزل

تـــي وياســـين ســـواءِ بدنـــام زمـــاني ۾
مـــائي شـــهرت عشـــق جـــي ئـــي فســـاني ۾

جدائيءَ تنهنجيءَ پهچائي ڇڏيو مٺ ڪدي،
عجيب حال تي ويو منهنجو مٺ خاني ۾.

نـــ راه ۾ آئـــي نظـــر ڪـــائي بـــ مـــنزل
پهچي وئي هيءَ دل ڇڻ ڪنهن تهـ خاني ۾

خطا تي ڪهڙي جو تنهنجي شهر ۾ آيـس
سمجهايان ڪيئـن دل کـي حيلي بهـاني ۾

نـــ خوشـــيون راس آيـــون آهـــن ڪـــڏهن،
بتـــول جـــي پيـــار ۽ ڪنهـــن پيمـــاني ۾.

*جهان آرا بتول*

# غزل

وقت ايندو اهڙو جو توکي ٻہ آخر پنهنجو بنائي وٺبو
دل جو تي چاهي اهو سڀ سموروئي پائي وٺبو

قرب ۽ پيار ڀريون راتيون ٻہ آهن ياد مونکي سڀ
تن جي صدقي ڇوين تہ سر ٻہ تولاءِ نمائي وٺبو

اڄ اها پاڻ ۾ ناهي تہ ڇاتي آهي پيو
ٻري رهي ٻہ رنل رهنديں تہ سيني ۾ ٻرچائي وٺبو

نيٺ تہ ناڻ ۽ محفل ۾ پنهنجو ڪري رهبو روشن
تولاءِ لکي غزل ڪو سهڻو پاڻ ڳائي وٺبو

دل جي لڇي تڙپي تہ ڀوءِ ڇا ڪري هت بتول
ڏسي تصوير تنهنجي ۽ پاند پنهنجو پسائي وٺبو.

*جهان آرا بتول*

# غزل

بــرو محبــت جــو انجــام ٿينــدو ڪــڏهن ســوچيو نــہ هــو
تمنـائن جـو قتـل سـرعام ٿينـدو ڪـڏهن سـوچيو نـہ هـو

اهـو لفـظ عشـق جنهـن ڪـي مقـدس مـون ٿـي سمجهيـو
ائيـن گهٽـيءَ گليءَ ۾ بدنـام ٿينـدو ڪـڏهن سوچيو نـہ هـو

حســـرتون مـــن جـــون وڪـــري ويـــون ڇـــوان ڇـــا؟
فسـانو پيـار ۾ ائيـن تمـام ٿينـدو ڪـڏهن سـوچيو نـہ هـو

پنهنجـي ناڪـام الفـت جـي غـم ڪـي پلائـڻ لاءِ صنـم
منهنجي هٿن ۾ ائين اڄ جام ٿيندو ڪڏهن سوچيو نـہ هـو

عشـق جنهـن ڪـي تـا سمجهـن ڪيـل مـاٺهو دوسـتو
اهـو جنـون صبـح شـام ٿينـدو ڪـڏهن سـوچيو نـہ هـو.

*جهان آرا بتول*

# غزل

نيڻ رهيا ڪليل تنهنجي انتظار ۾
ائين رسوا ٿي رهياسين اسين پيار ۾

زندگيءَ جون تلخيون آهن وڏي ويون
نفرتن جي باهہ ٻري وئي بازار ۾

ڪو نہ آمون وٽ ڏيڻ لاءِ هاڻ ڪجهہ
ڇو جو ويس لٽجي مان بزم يار ۾

زندگي تہ شعلو ۽ شبنم ٻہ هوندي آ
نہ ڄاڻ هيءَ ڪنهن لکيو هو اخبار ۾

هت هجتون نہ هاڻي هن رهيون اهي
ٿي فرق آهي ويو اڄ سنسار ۾

موٽي جلدي ملندس توهيءُ هو چيو
آس ملڻ جي مونکي رهي سدا بهار ۾

وساري تو ڇڏيو ڇو آهي بتول
ٿورهين تون ساهہ جي هرتار ۾

*جهان آرا بتول*

# غزل

جسم جي قيد ۾ عجيب ڪشمڪش جي حالات ۾ آهيان
تولاءِ صنم صرف سڪي وانگر ڪنهن خيرات ۾ آهيان

تنهنجي ماڻن جي رهي آهي تمنا دل منهنجي جي اندر
موت جي منظر جيان ڇو الائي مان حاصلات ۾ آهيان

هاڻ نظرون ڦٽي ڏانهن ڪٿن تي ويو مون لاءِ ممنو
جڏهن ڪان ڏنم توکي تڏهن ڪان اڻپوري ملاقات ۾ آهيان

سياڻي جي ڏينهن ڪي ڇو نہ رکون ترڪ تعلق لاءِ صنم
تولئہ ئي پيارا اڄ ڪنهن دکي جذبات ۾ آهيان

ڏينهن هجي روشن هجي شام يا چانڊوڪي ڪا
پر مونلاءِ دنيا ائين جيئن بيمثل اونده رات ۾ آهيان

نہ آيون هت راس ڪي خوشيون مونکي بتول
ڪيان محسوس ائين سدا ڇڻ ڏکن جي برسات ۾ آهيان.

*جهان آرا بتول*

# غزل

مرين شل وڇوڙا! ڇو ته مارين تو
انهن ڏکڙن سان منهنجا ڏيل ڏارين تو

جيئڻ جو نه ڪوئي هاڻي سبب رهيو آ
اکر هر هر کهڙا تون اچارين تو

هئي دل جنهن سان سو شخص ويو هليو
باقي ياد کهڙي تون وسارين تو

من جي ويران صحرا کي اڄ بتول
هاڻ ڪنهن جي ڪارڻ جيارين تو.

جهان آرا بتول

# غزل

ختم جي تعلق ڪرڻو هو تہ ڪولي ٻڌائين ها
توکي جو مونکان وڇڙڻو هو تہ ڪولي ٻڌائين ها

ڏسي توکي مسڪرائي اکڙين گيت تي ڳاتا
لڙڪن سان تن کي پرڻو هو تہ ڪولي ٻڌائين ها

ڪيا جي قول تو گڏ رهڻ ۽ نڀائڻ جا هئا
وعدن تان جي ڦرڻو هو تہ ڪولي ٻڌائين ها

محبت جي سفر ۾ پيچرن تي اڪيلو ڇڏي مونکي
خوشيون ڪسي غمن ۾ گڏڻو هو تہ ڪولي ٻڌائين ها.

*جهان آرا بتول*

# غزل

هن جي ئي جيون ۾ سک پرڻ تي چاهيان
مان آهيان شمع اڄ ٻرڻ تي چاهيان

هوا آهي ڏسيو تہ "سڄڻ تو اچي اڄ"
مٽي ٻنجي راهن ۾ وڇڻ تي چاهيان

نہ ئي ڪا ريکا هٿن جي ئي ڏسي ڄاڻان
پر نصيب پنهنجو پاڻ مان اڏڻ تي چاهيان

پرهہ ويلي ٻنجي ڪائي ماک هاڻي
گلن جي بدن تي مان ڪِرڻ تي چاهيان

اداس گذريون هت ساريون ئي راتيون هن
خالي صنم تنهنجو مُک ڏسڻ تي چاهيان

سدائين رهيا هٿاسين مان ۾ اي بتول
دل سان هاڻ گهڻو ڪجھ ڪچڻ تي چاهيان.

*جهان آرا بتول*

# ايس ڪي ڪورائي



پورو نالو: صاحب خاتون ڪورائي

والد جو نالو: رضا محمد ڪورائي

جنم ڏڻ: 7 مئي

جنم هنڌ: قاضي احمد

تعليم: ايم.اي (پوليٽيڪل سائنس)

روزگار/ ڪرت: سپروائيزر پرائمري ايجوڪيشن دولتپور

ونڊر: لکڻ پڙهڻ

اوهان جو پسنديده ڪتاب: شاهه جو رسالو پسنديده صنف: غزل پسنديده ليکڪ/ ليکڪ: شيخ اياز

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1992 کان لکڻ شروع ڪيم

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: شيخ اياز کان

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (30) مضمون (20) ڪالم (10) ڊائري (50)

شاعري: غزل (300) وايون (100) نظم (50) چوسٽا (150)

شايع ٿيل ڪتاب: ڪوبہ نہ

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب: ڪوبہ نہ

# غزل

پڇيم پاڙي وارئو سڄڻ ڪيئن آهن
جنهن سان گذاريا گهڻا ڏينهن آهن

ڇيائون اي پاڳل پڇين ڇوٿي ان جو
انهيءَ کي لڳي ويا نوان نيهن آهن

پنهنجا پيار نالي تي رشتا ڳنڍيل ها
اوهان جي نظر ۾ اهي ائين آهن

اوهان جون جي يادون هيون من اندر ۾
وري رات ڇيڙيون اهي مينهن آهن

تو راهن ۾ گلڙا ته هر ڪو وڇائي
وڇايا نه ڪنهن نيڻ مون جيئن آهن

جتي اوچتو اڳ هيون پاڻ ڦاٿيون
اکيون يار اتڪيل اتي تيئن آهن

ايس ڪي ڪورائي

# غزل

کلڻ تي بہ چئي ٿو کلڻ ڪار ناهي
روئڻ تي بہ چئي ٿو روئڻ ڪار ناهي

رلائي ڇڏيو تس ڪيان ڇا مان هن کي
ڪڇان تي تہ چئي ٿو ڪڇڻ ڪار ناهي

عذابن کان بهتر ڀلو موت آهي
مرڻ تي بہ چئي ٿو مرڻ ڪار ناهي

گهڙيون کي مان هن سان گذارڻ تي چاهيان
رهڻ تي بہ چئي رهڻ ڪار ناهي

*ايس ڪي ڪورائي*

# غزل

هي کهڙو آهي آخر سنسار دوستو
ڪنهن سان نہ آهي ڪوئي وفادار دوستو

مقدر ۾ ڪين ها، سو سکيا ملي نہ آهيون
پرپور مون تہ ڪيو هو ڪجهہ پيار دوستو

هر ڪوئي هت غمن سان پريو پيو آهي سائين
ڪوئي نہ هڪ آ ڪنهن جو غمخوار دوستو

مرڪن تہ موڪلايو "ايس ڪي" آهي اسان ڪان
ٻٽيا هي درد دل لئہ آزار دوستو

*ايس ڪي ڪورائي*

# غزل

تون لهرن کان پڇجان ڪنارن کان پڇجان
پڇجان منا تون ستارن کان پڇجان

ڇڏي تولئه ساري دنيا مون پلاٿي
نيڻن کي ننڊ نه آ نهارن کان پڇجان

ڪيو پيار توسان سچو پيار آهي
هي ڏينديون گواهي بهارن کان پڇجان

سوا تنهنجي دل کي گهڙي چين ناهي
حقيقت اها تئي هوائن کان پڇجان

سکي ساهه تولئه سندم "ايس ڪي"
اها ڳالهه "ڪورائيءَ" پارين کان پڇجان

*ايس ڪي ڪورائي*

# غزل

مون پنھنجي ذات ۾ توکي اربي سانورا
جا لکي آھي ڏات سا ۾ توکي اربي سانورا

جنھن رات ۾ رسي وئين مون کان تون
يادن جي رات ۾ توکي اربي سانورا

توکي چمڻ لاءِ چکور بنجي ننڊ ڦٽايم
چمي نہ سگھيس لات ۾ توکي اربي سانورا

توجو کسڻ چاھيو مون کان پنھنجو پيار
پيار جي سا پرڀات ۾ توکي اربي سانورا

ڇڏ لوک وارن جون وساري سڀ ڳالھيون
مون تہ پنھنجي آھي بات ۾ توکي اربي سانورا

جي پڙي سگھين کا منھنجي ڳالھہ مٺا
پيار ۾ مون جذبات ۾ توکي اربي سانورا

*ايس ڪي ڪورائي*

# غزل

ڪو خواب لهان ٿي تہ اڪيون پرچي اچن ٿيون
چرڪي جي اٿان ٿي تہ اڪيون پرچي اچن ٿيون

تنهنجي نانءَ لکڻ تي بہ پيون پابنديون آهن
پيو نانءُ لکان ٿي تہ اڪيون پرچي اچن ٿيون

توسان جا شام گهاريم سا ڪيئن وسرندي؟
خط تنهنجا پڙهان ٿي تہ اڪيون پرچي اچن ٿيون

توکان تہ سوا منهنجو جيئڻ ٿي پيو ڏکيو
ڪو ڪلندي ڏسان ٿي تہ اڪيون پرچي اچن ٿيون

محفل ۾ ميڙ آهي ماڻهن جو "ايس ڪي"
توکي نہ پسان ٿي تہ اڪيون پرچي اچن ٿيون

*ايس ڪي ڪورائي*

# غزل

هتي صرف توکي تي چاهيان صنم
مگر تنهنجي دل ۾ نه آهيان صنم

سڄي سوچ منهنجي پسم تي وئي
ڪتان لفظ گيتن لاءِ آڻيان صنم

سوا پيار جي ٻيو نه ڪجهه آهي مون وٽ
تورا تنهنجا ڇا سان ماڻ لاهيان صنم

سوا تنهنجي دل ۾ نه ٻيو "ايس ڪي" آ
ٻيو دل ۾ ڇا لاءِ رهايان صنم

*ايس ڪي ڪورائي*

# غزل

ڪنهن سان نيڻ ملائي وينس
پنهنجو پاڻ وڃائي وينس

آس اندر ۾ سانديي
پنهنجو جيءُ جلائي وينس

مون ڪي بڻائي هيڪل ويو هو
پاڻ تان لوڪ ڪلائي وينس

توڪي ذرو احساس نه منهنجو
تنهنجي مان تہ سڏائي وينس

سڪ نہ آ "ڪورائي" گهڙي ڪو
دل جو چين ڦٽائي وينس

*ايس ڪي ڪورائي*

# غزل

هو هڪ شخص دل جي نگر ۾ رهي ٿو
جدا آهي تنهن کان جي نظر ۾ رهي ٿو

انڌيري ۾ روشن ڏيئي مثال آ
ڪنڊڙ پيار هر ڪو سحر ۾ رهي ٿو

اولاري ٿو مونتي هو لفظن جا پٿر
مگر خود شيشي جي گهر ۾ رهي ٿو

هتي ماندي هن لئه مري "ايس ڪي" ٿي
هتي هو ٻه منهنجي فڪر ۾ رهي ٿو

*ايس ڪي ڪورائي*

# غزل

مان رنس يا هو رنو کهڙي خبر
ڪنهن جو هو دامن ڀنو کهڙي خبر

سوچ آ ڪجهه درد آ ڪجهه انتظار
پيار آ سپ ڪجهه ڏنو کهڙي خبر

نيڻ نيڻن سان ملائي ئي نه تو
ڪنهن جي نيڻن کان ڊنو کهڙي خبر

مان ته راهن ۾ اجان ڀٽڪان پئي
ڪوئي منزل تي پنو کهڙي خبر

ظاهر ۾ هو ته خوش آيو پئي نظر
دل ئي دل ۾ پئي رنو کهڙي خبر

باغ ۾ تفريح لاءِ ڪيئي اچن
گل چنو پر ڪنهن چنو کهڙي خبر

*ايس ڪي ڪورائي*

# عائشہ مسرت



پورو نالو: عائشہ شيخ

والد جو نالو: شيخ امداد علي

سالگرہ ڏڻ: 12 آگسٽ

جنم هنڌ: شهر لقمان- ضلعو خيرپور ميرس

تعليم: مئٽرڪ پاس

روزگار/ ڪرت: في الحال تہ ڪوبہ نہ

وندر: شعرو شاعري ڪرڻ - سٺا ڪتاب پڙهڻ.

اوهان جو پسنديده ڪتاب: خواب اکين جي شاعري پسنديده صنف: غزل-گيت

پسنديده ليکڪ/ ليکڪا: رحمت الله ماجوٺي ۽ ماهتاب محبوب

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1992 کان باقائدي لکڻ شروع ڪيم

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: پنهنجي والد کان منهنجو والد هڪ سٺو شاعر آهي.

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (15)

شاعري: غزل (150) گيت (60) وايون (40) نظم (100) چوسٽا (200)

ٻيون: ڪجهه شاعرن جي شعرن جون پيروڊيون ۽ ڪجهه مزاحيہ انٽرويوز بہ لکيا آهن

شايع ٿيل ڪتاب: : ڪوبہ نہ

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب: ڪوبہ نہ

# غزل

اسان نينهن ناتو نڀائڻ ٻه ڄاڻون
۽ هن پار ڪشتي پڄائڻ ٻه ڄاڻون

اسان چاهه سر عام ڪري سگهون ٿا
مگر راز دل جا لڪائڻ ٻه ڄاڻون

اسان ڪي پيار تي آ پڪو ڀروسو
پراون ڪي پنهنجو بڻائڻ ٻه ڄاڻون

اسان ڪي شرارت ۾ ايندو مزو آ
اسان عزت پنهنجي بچائڻ ٻه ڄاڻون

پرائي ڪمائي نه ڪائون، ڪپايون
اسان پاڻ لوڇي ڪمائڻ ٻه ڄاڻون

نه پرواهه دنيا ۾ "عاشيءَ" ڪي ڪائي
اسان پنهنجو جيون سجائڻ ٻه ڄاڻون

*عائشه مسرت شيخ*

# غزل

اوهان جي خيالن ۾ گم ٿي وياسين
اوهان جي خوابن ۾ گم ٿي وياسين

گلابن مثل آهي چهرو اوهان جو
گلابي گلابن ۾ گم ٿي وياسين

اوهان سان مخاطب ٿياسين جڏهن ٻه
سوالن جوابن ۾ گم ٿي وياسين

اوهان بي وفا هئو ڪونيو اسان کي
اسان ته خطابن ۾ گم ٿي وياسين

ٻه اکيون نهارن پيون دور ڪان ڇو
هي ڄاڻي حجابن ۾ گم ٿي وياسين

*عائشه مسرت شيخ*

# غزل

قتا پر پکيءَ کي اڏڻ جي ڪيائين
ملي ولر سان گڏ نچڻ جي ڪيائين

سچو ڏينهن سائين خوشيءَ سان گذاري
وري ماڳ پنهنجي ورڻ جي ڪيائين

اڏي چار ماريءَ ڪيو ڪيس قيدي
ڪري ڪوڙ ڪوشش ڀڄڻ جي ڪيائين

ڏسي قيد پڃري ۾ خودڪي، اداسيءَ ۾
وهائي ٻه ڳوڙها روئڻ جي ڪيائين

متان پنهنجي اڏندي ڏنائين جو پنهنجا
ڪري دانهون تن ڪي سڏڻ جي ڪيائين

*عائشہ مسرت شيخ*

## غزل

زمانو ٿو ڪري نفرت اسان کان
وٺي آهي رسي مسرت اسان کان

اچا تا گيت آلاپجن پراڻا
وٺي وسري آهي جدت اسان کان

اسان کي ٿي ڇو رڳو صدما ملن ٿا
ٿي امتحان وٺي قدرت اسان کان

نہ دل سان چاهيو جيون ۾ ڪنهنکي
وري ٿيندي نہ ڪا غفلت اسان کان

ڪندو جي ڪير آ دوکو اسان سان
ملي تنهنکي بہ ٿي محبت اسان کان

گهڻي ڪوشش ڪري عاشي ڏنيسين
آهي ليڪن پري نصرت اسان کان

*عائشہ مسرت شيخ*

# غزل

مـري جـي وجــان كيــس جلـدي ٻڌائجــو
گهـڙي پــل رڪــي لاش پــوءِ دفنــائجو

اڇي هـو وڃي اگـر منهنجــي تـڏي تــي
تـہ ســاٽس پيــار ســان ڪلـي ڳالهـائجو

اوســـئيڙي ۾ هونديــون اڪيــون ڪليـــل
منهـن تــي نــہ مونڪــي ڪفــن پــارائجو

هيءَ وصيت ڪجو ياد منهنجي عزيزؤ
گهٽــو روح منهنجـو نــہ رنّ ۾ رلائجـــو

*عائشہ مسرت شيخ*

# غزل

کيسو ياد ٺهنڪي دعائن ۾ آهي
اهوئي تہ دل جي صدائن ۾ آهي

ڪٿي خط وجي ڪو پڄائن پرينءَ کي
رکي آس اهڙي هوائن ۾ آهي

مجي ڪونہ ڳالهہ آ اجا تائين ڪنهن يي
گذر تي عمر التجائن ۾ آهہ

هزارين خوشيون ڏيو چو نہ آڻي
مزو فقط ان جي ادائن ۾ آهي

اچي موت ويجهو تيو آهہ عاشي
رذل لوک پوءِ يي صلاحن ۾ آهي

*عائشہ مسرت شيخ*

# غزل

سازن جي ڪجهه آوازن تي
چير وڳي آ رقص ٿيو آ

ڏسڻ ۾ هر ڪو عزت وارو
ڪو، ڪو بڇڙو نفس ٿيو آ

ٿهڪن سان پُرِ محفل ۾ يي
ويڳاڻو ڪو شخص ٿيو آ

اکيون ڀوتي ڀيهر ڏنئي
آڏو چا جو عڪس ٿيو آ

مرڪي قمر اجازت ورتي
نروار اجهو شمس ٿيو آ

*عائشہ مسرت شيخ*

# غزل

چو ڪيان هاڻي ڪشالا بي وفا لئہ
چو ڪيان مان نيڻ آلا بي وفا لئہ

پنڌ ڏاڍو آ پري ڪيئن مان وڃان
تي پوندا پيرن ۾ ڇالا بي وفا لئہ

خون باري مون ڪئي روشن وفا!
مون ڪيا ڪافي اجالا بي وفا لئہ

روح زخمن سان پيو تي چور آهي
مون سنا مهڻن جا پالا بي وفا لئہ

*عائشہ مسرت شيخ*

# غزل

اڪيلا بس اڪيلا ٿي پياسين
رلي راهه ۾ هميشه لئه وياسين

نه ڄاتو ڇاهه آهي چيز ڪهڙي
صفا اڻڄاڻ ڪجهه پاڳل هئاسين

اسان سان ڪنهن نه ڪڏهن پي نڀايو
اسان سڀ واعدا پورا ڪياسين

فقط آئيڊيل تون، آ چيو سين
سدائين قول تي قائم رهياسين

چڏي ڏي هاڻ عائشي فڪر سارا
گهٽئي پل اوسئيڙي ۾ ڪٽياسين

*عائشه مسرت شيخ*

# غزل

اگر ڪنهنکي چاهبو آ
نينهن ڪنهن سان لائبو آ

دل گهرئي ان دلربا کي
پوءِ دل ۾ رهائبو آ

هير يادن جي گهلڻ تي
گيت منڙو ڳائبو آ

ڏار ڪوئي تي وڃي جي
ويس گيڙو پائبو آ

ڪڏهن يادن ساڻ عاشي
روح کي وندرائبو آ

عائشہ مسرت شيخ

# امينه ناز پيٽي



پورو نالو: امينه ناز

والد جو نالو: حاجي نبي بخش پيٽي

سالگره ڏڻ: 5 آڪٽوبر

جنم هنڌ: ڳوٺ مورويو خان پيٽي

تعليم: بي. اي

روزگار/ ڪرت: سرڪاري ملازم

وندر: ڪتاب پڙهڻ ميوزڪ ٻڌڻ

اوهان جو پسنديده ڪتاب: بند دروازو پسنديده صنف: آزاد نظم پسنديده ليکڪ/ ليکڪا: امرتا پريتم

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 95 کان لکڻ شروع ڪيم

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: عادل سخيراڻي، استاد بخاري جي شاعري ۽ بين ڪتابن پڙهڻ ڪانپوءِ لکڻ جو شوق پيدا ٿيو.

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (20) مضمون (5) ڊائري (25)

شاعري: غزل (50) وايون (30) نظم (25) جوسنا (18)

ٻيون هڪ ناول جيڪو اڃان مڪمل ناهي ٿيو

شايع ٿيل ڪتاب: ڪتاب جو نالو: ڪوبه نه

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب: ڪوبه نه

# غزل

دعائن ۾ اهو اثر هاڻي رهيو ناهي
ڪنهن ڪي ڪنهن جو قدر هاڻي رهيو ناهي

ويو ڪٿي اعتبار اسان جو رشتن تان
محبت جو زبان تي ذڪر هاڻي رهيو ناهي

اڄ ڪلهه اڄڙيل هر دل جو دڪان آهي
سڪ جو سودو وفا جو وکر هاڻي رهيو ناهي

منظر عجيب سارو صحرا جيان چمن آ
سهڻو سڪون وارو منظر هاڻي رهيو ناهي

من جي اجاڙ موسم، پياسو رهيو اندر
بوند بهارن وارو ککر هاڻي رهيو ناهي

امن اوڇتو ويو اڏامي وحشت وڌي
الفت سندو "امينه" شهر هاڻي رهيو ناهي

*امينه ناز پٺي*

# غزل

غزل هن وقت ۾ هن دور تي ڇا لکان؟
ساوڻ جي گھٽا گھنگور تي ڇا لکان؟

لڳي پيو ڪاٽ هر ڪنهن کي اندر مان
ٻاهر جي ڪنهن چورتي ڇا لکان؟

رهي هر نظر رڳو جنهن جي پيرن تي
تنهن وقت جي مورتي ڇا لکان؟

ٽٽندو نيٺ هڪ ڏينهن سڳو ساهه جو
انهي زندگيءَ جي ڏور تي ڇا لکان؟

ٻڌيا جيڪي سبب اسان جي بيماريءَ جا "امينه"
تن جي وري پر گھور تي ڇا لکان؟

*امينه ناز پٺاڻ*

# غزل

نہ تيس مارئي نہ ئي تي سگهيس هير
رهي رشتن جي بيڙي سدائي وچ سير

نہ ئي اورانگهي سگهيس حدود حياءَ جون
نہ ئي ٽوڙي سگهيس رسمن سندي زنجير

ڪري وينس ايتري خطا، تي مجبور دل هٿان
وسائي وينس اکين ۾ صنم سندي تصوير

ڪجهہ درد سڏڪا، تنهائي دوکو ۽ جدائي
بس اڄ تائين اهو ئي سڀ اربيو آ تقدير

هڪ مونسان ئي منهن ۾ گهندِ آهن ڪي
باقي تہ ٻين سيني سان رهي تو ڪندِ ڪير

اڄ تائين اهو ئي ڪندي آئي آ "امينہ"
جوندو رهيو هن ڪي جيڪو پنهنجو ضمير

*امينہ ناز ٻٽي*

# غزل

سوچون ۽ سپنا ساٿي منهنجا
قلم ۽ ڪجهه پنا ساٿي منهنجا

محفل ۾ نه ريجهي روح پنهنجو
ڪندون ۽ ٻاهريان ٻنا ساٿي منهنجا

رهيو رڳو اکڙين ۾ عڪس تنهنجو
تنهنجي ساراهه ۽ ثنا ساٿي منهنجا

ٻڌيا جدائيءَ جا سبب هن ڪان
ڪجهه اصول ۽ انا ساٿي منهنجا

جيئري ڪنهن قدر ڪونه ڪيو "امينه"
ڇا ٿيو جو مُئي رنا ساٿي منهنجا.

*امينه ناز ٻٽي*

# غزل

آڙاهہ اندر ۾ درد جو ڀري پيو
هر گھڙي ڪوئي توکي ياد ڪري پيو

مون تہ مڙئي ائين ڳالهہ پئي ڪئي
ڇو وڃي هو ايترو ڀري پيو

ڇا ڇوان توبن او ساجن سائين!
ڪيئن وقت اسان جو گذري پيو

توسان ملڻ جي آس جو سج
روز لهي روز ٿي ايري پيو

هر حال ۾ "امينہ" ويندي نيائي
پر صحيح نہ آ جو ڪجهہ هُو ڪري پيو

*امينہ ناز يتي*

# غزل

خواب اسان جا چور تي ويا ڇاجي ڪري؟
هو ائين ايڏو ڏور تي ويا ڇاجي ڪري؟

هئي حيثيت ٻنهي جي هڪ جهڙي
پوءِ هو ايڏا مغرور تي ويا ڇاجي ڪري؟

اڄ تائين رڳو سچ عام نه تي سگهيو
قربان سچل ۽ منصور تي ويا ڇاجي ڪري؟

هيا هر زخم تي رکيل همدردي جا ڦها
پوءِ زخم اهي ناسور تي ويا ڇاجي ڪري؟

اڄن هڪ ڀيرو سامهون اسان جي ”امينہ“
پڇون خفا حضور تي ويا ڇاجي ڪري؟

*امينہ ناز ٻٽي*

# غزل

نفرتن جي تيز هوا ۾ وڪري وئي آهيان
لڳي تو سيني کان مان وڇڙي وئي آهيان

نہ سگهيس جنهن کي وساري هر پل دل جنهن کي ساري
اڄ انهيءَ کان مان وري وسري وئي آهيان

جنهن جي شهر مان نڪرڻ هيو مونلاءِ مثل مرڻ
پر اڄ انهيءَ جي دل مان ئي نڪري وئي آهيان

منهنجو نہ هو انجام اهو مون وٽ هو وقت جام
پر مند کان اڳ ئي اڪري وئي آهيان.

سڀ ڪجهہ اربيم جنهن کي ڪيئن چوان مان تنهنکي
صرف تنهنجي ڪري مان اجڙي وئي آهيان

*امينہ ناز ٻٽي*

# غزل

جڏهن کان توسان چاهه تي ويو
هن زندگيءَ سان ٻه ٿاهه تي ويو

اڳ هيو جيڪو منزل حُسن جي
سو اڄ انهي لاءِ راهه تي ويو

پلي نه مل مونسان نه ڏس مونڏي
پر پهريان ٻڌاءِ سرزد ڪهڙو گناهه تي ويو

هئي سوچ ۽ طبيعت ٻنهي جي جدا جدا
پر پوءِ به شڪر آ ٻنهي جو نباهُ تي ويو

جڏڪيو ذڪر اسان پنهنجي وفاڄو محفل ۾
چئن ئي طرف واهه واهه تي ويو

گهٽائي ماڻهو مليا اسان سان "امينه"
پر پيار اوهان سان ئي بيپناهه تي ويو

*امينہ ناز پيٽي*

# غزل

زندگيءَ جي هر راهہ ۾ ناڪامي ملي
تنهنجي بہ چاهہ ۾ ناڪامي ملي

دل دوست جيءَ ۾ هيو دوکو شايد
تہ ڏهن ئي تہ ويساهہ ۾ ناڪامي ملي

مچندو رهيو شڪ جو مچ هميشہ من ۾
برهہ سنڌي باهہ ۾ ناڪامي ملي

ٿي ايڏي خطا مونکان يا هن کي هئي بيزاري
جو ٻنهي کي ناهہ ۾ ناڪامي ملي

تنهنجي ديدار سواءِ ويو دم اسان جو
"امينہ" کي آخري پساهہ ۾ ناڪامي ملي

*امينہ ناز پٺي*

# غزل

کنھن چيو انا پسند کنھن چيو خود سر آ،
ائين بيان تي، پنھنجي وصف مختصر آ.

اجان سمجھي پيو مياري مونکي،
حالانک ھر حقيقت جي ھن کي خبر آ.

محبت جي معيار تي نہ لھي سگھيس پوري،
تڏھن ئي تہ ڦيري ھن مونکان نظر آ.

ساندي رکي آ کيڏي سچائي سيني ۾،
پوءِ بہ ھر آھہ اسان جي بي اثر آ.

سک سان شايد نہ جيئڻ ڏئي مونکي،
ھيءَ بي اعتباريءَ جي جيکا بڌتر آ.

*امينہ ناز ڀٽي*

# آرزو عباسي



پورو نالو: بينظير عباسی

والد جو نالو: ديدار علي

سالگره ڏڻ: 3 اپريل

جنم هنڌ: تعلقو وارهه

تعليم: انٽر

روزگار/ ڪرت: ڪجهه نه

وندر: لکڻ ۽ پڙهڻ

اوهان جو پسنديده ڪتاب: ڪلام پاڪ پسنديده صنف: غزل

پسنديده ليکڪ/ ليکڪا: امجد اسلام امجد

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 2001ع باقائده لکڻ جو آغاز

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: ڪنهن کان به نه

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (3) ڊائري (4) پيون ڪيتريون ئي

شاعري: غزل (30) گيت (4) وايون (5) نظم (8) چوسٽا (8)

شايع ٿيل ڪتاب: ڪو به نه

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب: ڪو به نه

# غزل

خوشبو جهڙو ماڻهو مليو افساني ۾
سالن کان رکيل ڪنهن خط پراڻي ۾

هو خيالن ۾ گم سم ائين هو بلڪل
جيئن ڪو لڪيل هو تهخاني ۾

هن جون يادون تو تازيون ڪريان
دل ۾ من جي سونهن خزاني ۾

هن جي رنگين تصوير ڪي سڪي
وڃايو هو ڪٿي مون انجاني ۾

اڄ هو دور رهيل آ مونکان
رهندو هو جيڪو دل جي خاني ۾

*آرزو عباسي*

# غزل

پڇي تو ائين ڇو رهندي آهيان
محبت ڪرڻ کان ڇوٿي گهٻرايان

هيڏي خوبصورت دلڪش دنيا آ
ڇو ان کي بي رنگ تي پايان

خوشيون چوطرف آهن منهنجي
چونڊ تي پوءِ آءُ مسڪرايان

ڪيترائي خوبصورت ماڻهو حاضر آهن
تن مان ڪنهن کي چونڊ تي چاهيان

آخر توکي ڪهڙو غم آهي
"آرزو!" اهو سڀ توکي ٻڌايان

*آرزو عباسي*

# غزل

محبت، محبت ڪري ڪير ٿو
زمانو رهندو وجهي وير ٿو

ڪارو ڪاري مرن ٿا روز هتي،
پيار آهي جو ڪٿي ڪير ٿو؟

پاڻ پيار ٻڌايائين وڏي واڪي
پيڻ ڏيءُ کي چوڻ ڏئي ڪير ٿو

هتي هٿ نوڪ ريتون هلن ٿيون
انسانيت کي تسليم ڪري ڪير ٿو

چُپ تي الزام، ڳالهائڻ تي بدنامي
ان رُوَشِ کي ماري ڪير ٿو

جنهن انسان جا حق پورا ڪيا عظيم آ
اهو فرض پر هتِ ڇاٽي ڪير ٿو

لت، مار، مڪ کي مردانگي ٿا سمجهن
آرزو، عورت جي عزت ماٽي ڪير ٿو

*آرزو عباسي*

# غزل

تون بہ مون وانگي بيوس هونديـن
مونکي پڪ آ لڇيندو هونديـن

اندر جا اڻندڙ ارمان ۽ آهون
ڪيئن نہ دلبر تون ٻڌندو هونديـن

هر روز توکي ياد منهنجي ايندي
وڃي رات ڪان جڏهن پڇندو هونديـن

اوچتو جڏهن آواز خيال ۾ ٻڌنديـن
تڙپي هيڏي هوڏي ڏسندو هونديـن

ڪيڏو بہ دور وڃين، آرزو، ڪان پرين
واپس ورڻ جو سوچيندو هونديـن

*آرزو عباسي*

# غزل

پيار ڪان وڌيڪ توکي پيار ڪيو
غم هجي يا خوشي ياد باربار ڪيو

توبن منهنجي زندگي ڪجهه نه آهي
ان حقيقت جو اقرار ڪيو

پهريون ۽ آخري پيار آهين تون
اهو مون توسان اظهار ڪيو

هر هڪ رات لڇندي اتم گذري
تنهنجي يادن ايترو ته بيقرار ڪيو

پل پل بدلجندڙ روين تي
آرزو، توسان نماڻو تڪرار ڪيو

*آرزو عباسي*

# غزل

محبت ۾ ڏنل لڙڪ پيارا لڳن ٿا
خزان ۾ بادل بوند وارا لڳن ٿا

تنهنجي شاعري ڇپن سان ڇهڻ پڇاڻان
ڇپ بہ چڻ ساهوارا لڳن ٿا

اکين جي چانـﹷوَ ۾ تہ رڳو تون ئي آهين
بي نورهي سارا نظارا لڳن ٿا

مونسان ڪيل سڀ واعدا تنهنجا
محبت جا اڏيل ڪي منارا لڳن ٿا

اچڻ تنهنجو مونلاءِ خوشيون ئي خوشيون
ڳالهہ وڃڻ واريءَ سان گهارا لڳن ٿا

آرزو، سان ويهي جيڪي واعدا ڪرين ٿو
قيامت جا بہ سي چڻ سهارا لڳن ٿا

*آرزو عباسي*

# غزل

تنهنجي يادن کان چوٽڪارو ملي ئي نٿو
توکي وسارڻ جو ڪو بهانو ملي ئي نٿو

زندگي وڌي هڪ آ صحرا تي وئي
گهاٽي ڇانو وارو ڇانورو ملي ئي نٿو

هن کي لفظن ۾ لکي ٿڪجي پئي هان!
چوڻ تي سندس ڪو سهارو ملي ئي نٿو

ڇڏي اڪيلو زماني جي حال تي ويو
هتي منهنجو حال ڇاڻڻ وارو ملي ئي نٿو

اونداهو سارو آ جيون هي منهنجو
"آرزو" کي ڏيئو ٻارڻ وارو ملي ئي نٿو

*آرزو عباسي*

# غزل

کڏهن جي شڪايت ڪيان ٿي مان
نظر ڪٺي سڀ ڪو وساري ڇڏي تو

بيمار ٿيندي جي ڏسي تو هي
صفا هانءُ پنهنجو هو ڳاري ڇڏي تو

ڪاوڙجندي لڳندي آهي توري دير
معاف ڪرائڻ، هاءِ ماري ڇڏي تو

محبت ۾ ڏک سک تہ سهبا ئي آهن
دور وڃي پر هو ساڙي ڇڏي تو

آرزو، آهي مونکي انتظار انجو
ديدار جنهن جو اندر ناري ڇڏي تو

*آرزو عباسي*

## غزل

روشني چنڊ جي اداس ٿيندي ٿي
واسطو تنهنجو ڏٺي پرڇائڻ آئي

هنجي ٻه ٽو وانگي حالت آهي
پنهنجي سادگي سان اڇارڻ آئي

رات جڏهن طاري ٿي هئي هتڙي
حوصلي جا ڏيئا هوءَ ٻارڻ آئي

تنهنجا ٿهڪن پريل خزانا ڪٺي
مون مٿان اڇلائڻ آئي

"آرزو" ٻن پرديس ڏکيو آ ڏاڍو
تنهنجو سنديس ٻڌائڻ آئي

*آرزو عباسي*

# غزل

اکين خواب ڏسڻ ڇڏي ڏنو
چپن هاڻي مرکڻ ڇڏي ڏنو

توکھڙو سلوک مونسان کيو
اسان اهو ٻڌائڻ ڇڏي ڏنو

هاڻي خوشيون ڏين يا غم
زبان شکوو ڪرڻ ڇڏي ڏنو

ٻڌي ٻين جون دانهون کو کون
قصو پنهنجو ڪرڻ ڇڏي ڏنو

دور وڃي لڏئي نه سارکا
اسان راتيون لڇڻ ڇڏي ڏنو

واهون بند تيل، بيوس آهيان
"آرزو" انلاءِ لکڻ ڇڏي ڏنو

*آرزو عباسي*

# خاموش جنت گل هاليپوٽو

پورو نالو: بيبي جنت گل هاليپوٽو



والد جو نالو: گل محمد هاليپوٽو

سالگره ڏڻ: 21 اپريل

جنم هنڌ: ڳوٺ جڙيو هالو "سک پور"

تعليم: انٽر سائينس جاري

روزگار/ ڪرت: اسٽوڊنٽ

وندر: شاعري ڪرڻ، سوشل ورڪر ۽ سٺا ڪتاب پڙهڻ

اوهان جو پسنديده ڪتاب: قرآن پاڪ ۽ شاهه جو رسالو پسنديده صنف: غزل

پسنديده ليکڪ/ ليکڪا: نورالهديٰ شاهه، خليل جبران

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: سال 2000 کان لکڻ شروع ڪيم

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: استاد بخاري جي شاعري ۽ هالار کان

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (10) مضمون (3) ڊائري (20)

شاعري: غزل (50) گيت (6) وايون (10) نظم (5) چوسٽا (10)

ٻيون مزاحيه شاعري ۽ مزاحيه مضمون

شايع ٿيل ڪتاب: ڪتاب جو نالو: ڪوبہ نہ

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب: ڪوبہ نہ

# غزل

سي ڏينهن وساريان ڪيئن گڏ توسان گهمڻ وارا،
احساس تہ ڪر تورو، اوسات چنڻ وارا.

جن خوشيون ڏنيون مونکي سي ڪيئن پلا وسرن
سڀ ياد آهن مونکي پل پيار ڪرڻ وارا.

ڪو وقت هو جو مون کان پل ڌار نہ رهندو هئين،
ڪيئن واعدا وساريا تو گڏ جيئڻ مرڻ وارا.

اڳ منهنجي اکين ۾ تون ڪو لڙڪ نہ سهندو هئين،
سي ڏينهن پلاءِ نہ تون مون لاءِ روئڻ وارا.

تون ياد اچا آهين "خاموش" کي سانولڙا،
وسري بہ ڪٿي سگهندين هن دل ۾ رهڻ وارا.

*خاموش جنت گل هاليپوٽو*

# غزل

راحتون ويون موڪلائي بي رخي تنهنجي ڏسي،
سپ خوشيون ويون موڪلائي بي رخي تنهنجي ڏسي.

مان اڃا ويران راهن ۾ ڦران پئي روز شب،
منزلون ويون موڪلائي بي رخي تنهنجي ڏسي.

تو جو منهن ڦيري ڇڏيو هر طرف سنسان ٿيو،
موسمون ويون موڪلائي بي رخي تنهنجي ڏسي.

وئين ڇڏي خاموش ڪي تون جيئن انڌيرن ۾ پرين،
روشنيون ويون موڪلائي بي رخي تنهنجي ڏسي.

*خاموش جنت گل هاليپوٽو*

# غزل

جي دل تان لاهي سگهين، پل لاهي تون ڇڏجان،
سوئلو نہ وساريندين، پو روئي ڪين ڏجان.

سورن جي سهڻ جي ڪا همت نہ رهي آهي،
هن درد ڀريءَ دل جو ڪو خيال پرين رکجان.

ڏک آهي تہ بين وانگي آ تو بہ وفا نہ ڪئي،
چاچا بہ چون ماڻهو پر تون تہ گلا نہ ڪجان.

هن ساهہ ڪان وڌ توکي مون چاهيو هو منٺڙا،
ڪيڏيون تہ ڪيون منٿون تون مون کان جدا نہ ٿجان.

ڪنهن جي تہ چوڻ تي تون مُن سات ڇڏي ويو آن،
خاموش ڪي پلجي تون ڪڏ ياد پرين نہ ڪجان.

*خاموش جنت گل هاليپوٽو*

# غزل

منهنجو سنگدل جڏهن کان صنم ٿي ويو،
مون کان منزل جو نقشوئي گم ٿي ويو.

ڪيئن دل کي وڻن هي دنيا جون خوشيون،
سارو سنسار ئي بي رحم ٿي ويو.

جي ڪري پيار سڄي ٿي ڪاري اها،
ڪيڏو عورت سان آهي ظلم ٿي ويو.

قوم پنهنجي اڄا ننڊ ۾ آ ستل،
ڪيڏو سنڌڙي تي آهي ستم ٿي ويو.

جيئن خاموش ڏي پاڻ آيو پرين،
ڪيڏو هن جو آ مون تي ڪرم ٿي ويو.

*خاموش جنت گل هاليپوٽو*

# غزل

هر ڪو ويو آ منهنڄو مٽائي مان تنها تي آهيان،
تنها تي آهيان، ڪيئن سور سٺايان.

اڄ منهنجي دل ڪي آئت ڏئي ڪو،
اهڙو سڄڻ ڪو هجي، جنهن سان حال اوريان.

محبت جي بدلي نفرت ملي تي،
دردن پريون چا ڳالهيون ٻڌايان.

ناهي ڪو سهارو سوا تنهنجي دلبر،
ملي وڃ تون مون سان پٺي تي پڪاريان.

خاموش ڪي آ نهوڙيو وڇوڙي،
پريءَ کان پري ڇڻ صفا ڪجهه ب ناهيان.

*خاموش جنت گل هاليپوٽو*

# غزل

کيئن توکان ٿيندي ڌار، دل سڏڪي پئي،
ويا اجڙي هار سينگار، دل سڏڪي پئي.

ڇو سات ڇڏي وئين تون ساٿيڙا،
جيئان ڪنهن آڌار، دل سڏڪي پئي.

ڪهڙي ڏوهه جون مونکي سزائون تو ڏين،
نيٽين وهن ٿا نار، دل سڏڪي پئي.

ڪنهن روڪيو توکي وئين پيرو پڇي،
ويئه وسري پنهنجا پيار، دل سڏڪي پئي.

خاموش نگهون آهن راهه ۾،
اچ جلدي تون دلدار، دل سڏڪي پئي.

*خاموش جنت گل هاليپوٽو*

# غزل

تون سپنو سهانو اجاڙي نہ ڇڏجان،
سجائي نيڻن ۾ ڇڏي ڪين وڃجان.

دنيا جو آ دستور توڙڻ ٻہ دليون،
تون ڪنهن جي چوڻ تي ٻہ ناتو نہ ڇنجان.

مان جڳ ۾ جيان پئي سهاري تنهنجي،
پيارا! ڪري ٻي سهارو نہ ڇڏجان.

جيسين زندگي ساٿ توساڻ رهندو،
مري جي وڃان پو ميارون نہ منجبان.

تنهنجو پيار منهنجو جياپو آ جاني،
ڏنل پيار مون ڪان منا ڪين کسجان.

*خاموش جنت گل هاليپوٽو*

# غزل

منهنجي دل کي جو ٽوڙي ويو ڏک ان جو ڪوناهي،
مون کان منهن جيئن موڙي ويو سو درد گهڻو آهي.

ڪيڏو آ پريشان ۽ تو ساهه پري تڏڙا،
ڪجهه ڪونه ٻڌائي تو، هن کي تي ويو ڇاهي؟

ان کان تو اگر پڇجي هڪدم تو وجي هليو،
واريءَ تي لکي نالا هر ناهي تو هر ڊاهي.

منهن پنهنجي ويڙهو ڪلي، ڪلندي تو وري روئي،
شايد هو ٻئي ڪنهن کي خاموش پيو ڇاهي.

*خاموش جنت گل هاليپوٽو*

# غزل

پـلا اهـڙي ڪهـڙي هئـي خـامي اسـان ۾،
پريـن پيـار تنهنجـو نـ پـائي سگهياسـين.

حقـارت پريـل تنهنجـي نظـرن تـي مـاريو،
جـڏهن آخـري پيـرو توسـان ملياسـين.

زماني جي خواري بـ سـر تـي کنئي سين،
سـڄڻ پـوءِ بـ توسـاڻ ملنـدا رهياسـين.

خبـر پـوءِ پئـي تـ ڇـاهي جدائـي،
جـڏهن هجـر جـا گهـاءَ گهـرا سٺاسـين.

ڏيان ڏوهـ ڪنهن تي آ قسـمت ئـي اهڙي،
رهـي ويجهـو توکـي نـ مـائي سگهياسـين.

*خاموش جنت گل هاليپوٽو*

# غزل

سوا تو گهڙي ڪا گذاري نہ سگهنديس،
سڄي زندگي مان سنواري نہ سگهنديس.

تنهنجي ياد مونسان سدا ساڻ رهندي،
ڪڏهن توکي سهڻا وساري نہ سگهنديس.

عمر ڀر ڪنديس مان تنهنجو انتظار،
مرڻ تائين ٻئي ڏي نهاري نہ سگهنديس.

زبان تي سدا نانءُ تنهنجو ئي هوندو،
ڪڏهن ٻئي جو نالو اچاري نہ سگهنديس.

لڳو نينهن توسان وري ڪونہ ٽٽندو،
ڪڏهن دل مان توکي ڌڪاري نہ سگهنديس.

*خاموش جنت گل هاليپوٽو*

# ساجده چانڊيو



پورو نالو: حسنہ پروين چانڊيو

والد جو نالو: اعتبار علي چانڊيو

سالگره ڏڻ:

جنم هنڌ: ڳوٺ جوابپور چانڊيو ضلعو شڪارپور

تعليم: مڊل پاس

روزگار/ ڪرت: پرت پرڻ ۽ سلائي ڪرڻ

وندر: سنا سنا ڪتاب پڙهڻ ۽ شعرو شاعري ڪرڻ

اوهان جو پسنديده ڪتاب: شاهہ جو رسالو پسنديده صنف: غزل

پسنديده ليکڪ/ ليکڪا: امر جليل ۽ نور الهدیٰ شاهہ

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1997 کان

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: استاد بخاري، شيخ اياز ۽ سائين زخمي چانڊيو کان

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

پيون مون ڪافي تعداد ۾ لکيو آهي. تقريبن ۽ سيني صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي. هزارن جي تعداد ۾ لکيو آهي. لکان پئي ۽ ڪلندي رهندس انشاء الله تعاليٰ

شايع ٿيل ڪتاب: ڪوبہ نہ

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب:

| ڪتاب جو نالو | صنف |
|---|---|
| (1) پيار ۽ پيڙاء | غزل، وائي ۽ چوسٽا |
| (2) جيئڻ ڪاڻ جيڏيون مون وڏا وس ڪيا | ڪهاڻيون |

# غزل

اسان کي ڇو در تان ڌڪاري ڇڏيو تئي،
پرين پيار پنهنجو وساري ڇڏيو تئي.

سوا تنهنجي سهڻا نه منهنجي سري تي،
ڳڻتين ۾ مونکي ته ڳاري ڇڏيو تئي.

سوين سور سرتي سهان تي سدائين،
رڳو راتو ڏينهان روئاري ڇڏيو تئي.

منا ماڻهو مونکي ته مهڻا ڏين تا،
سڄو جان جگر پي ڇو ماڙي ڇڏيو تئي.

سڄڻ توکي ”ساجده“ هميشه پئي ساري،
محبت ۾ منڙا ته ماري ڇڏيو تئي.

*ساجده چانڊيو*

# غزل

ڳنـديِ نينهـن نـاتو نيـائڻ تـا چـاهيون،
سـچڻ لاءِ سـر پـي ڪپـائڻ تـا چـاهيون.

رکـي پـرت پيـاري اوهـان سـان او پيـارا،
ڪـوڙي دام هسـتي مٽـائڻ تـا چـاهيون.

سـوين سـور سـرتي اچـن پـل سـدائين،
تنهنجـي غـم الم ۾ تـہ گهـارڻ تـا چـاهيون.

ڪروڙين ڪري جي اسان سان هـو ڪـاوڙ،
مٺـو محـب پنهنجـو مچـائڻ تـا چـاهيون.

”سـاجده“ جي سـاعت اوهـان جـي ٿـي آڏو،
غمن ۾ بہ خـوش خـوش گذارڻ تـا چـاهيون.

*ساجده چانڊيو*

# غزل

منهنجي دل کي رنجائي هليو وئين،
سيج ڪندن جي سجائي هليو وئين،

چاهه ۾ چريو مونکي بڻائي،
راهه ۾ مونکي رلائي هليو وئين.

دل جا زخم ناسور ويا بڻجي،
ويتر سور وڌائي هليو وئين.

ڪهڙي ڏوهه جي ملي سزا هيءَ،
برهه جي باهه ۾ جلائي هليو وئين.

نئين سج نوان سور ”ساجده“ کي،
سبب ڪهڙي سائين پلائي هليو وئين.

*ساجده چانڊيو*

# غزل

گهڙي گهڙي جا گهاءَ سهان ڪيستائين،
توکان پري مان رهان ڪيستائين.

اوهان جي جدائيءَ ڇڏيو جيءُ جهوري،
يادن جو البم ڏسان ڪيستائين.

پنهنجن پراون ڏنا ڏک هزارين،
سدا تير دل تي کان وان ڪيستائين.

آهيان متيءَ جو بت پتر مان ناهيان،
ستم سور سرتي سهان ڪيستائين.

روح منهنجي ۾ روح متل آهي،
ڪوڙي ڪل مان ڪلان ڪيستائين.

چري تي ساجده اوهان کي پڪاري،
جدائي جي جيل ۾ جلان ڪيستائين.

*ساجده چانڊيو*

# غزل

مونکي تنهنجي سار اي ساجن،
سوا تنهنجي بيڪار اي ساجن.

منڊ ملڻ جي وڇڙي ويا هيون،
هينئڙو ڦارئون ڦار اي ساجن.

درد نه ڳر ۾ تنها آهيون،
ڏيان ته ڪوئي ڏار اي ساجن.

چاهت ٿيندي چري ته آهي،
هيانءُ نه منهنجو ڏار اي ساجن.

"ساجده" سگندي عمر گذاري،
چاندي ٿي ويا وار اي ساجن.

*ساجده چانڊيو*

# غزل

داغ دل کي تو رسايا هن پرين،
ماڳ تو تہ پيا وسايا هن پرين.

موتي مور نہ ايندس کڏهن،
رسا ما تنهنجا اجايا هن پرين.

برهہ جي باهہ ۾ تي اکيلي جلان،
پاند ڳوڙهن سان پسايا هن پرين.

عکس تنهنجو دل ۾ رهندو سدا،
سپنا تولاءِ مون سجايا هن پرين.

تيندو چاهہ صفا آهي چريو پرين،
حال کهڙا پنهنجا ڏس بنايا هن پرين.

گل خوشبو بن آ اڌورو "ساجده"،
تنهنجي بيوفائيءَ تي گيت ناهيا هن پرين.

*ساجده چانڊيو*

# غزل

اسانجو تہ تون ئي سڄڻ آن سھارو،
پلي جان ڪري ڇڏ اسان ڪان ڪنارو.

پري ڪانہ تيندم پرين توڪان پيارا،
منھنجو ساھ تو ۾ سائين آھہ سارو.

ڇڏيو قرب تنھنجي آ قيدي بڻائي،
مٺا منھنجي من ۾ آ تنھنجو نظارو.

اسانکي تہ ماڻھو ڏين پيا ٿا مھڻا،
ڪٿي آھي دلبر تنھنجو دل وارو.

*ساجده چانڊيو*

# غزل

بــي خــوف بهـــارن كـــي ڏس تـــون،
كينجهر جي كنارن كي ڏس تـون.

كيـڏيون تيـون لـڳن سـندر سـاتي،
كونجن جي قطـارن كـي ڏس تـون.

آ ڌرتـــيءَ ســـائو ويـــس ڍكيـــو،
قـدرت جـي نظـارن كـي ڏس تـون.

هـــا تڙپـــن تـــا ۽ ســـڏكن تـــا،
پريـن جـي پچـارن كـــي ڏس تـــون.

”ساجده“ تي سڏي سك مان توكي،
پريـت جـي پكـارن كـي ڏس تـون.

*ساجده چانڊيو*

# غزل

پرين هي پيار منهنجو تون بهارن کان پڇي ڏسجانءِ
سچائي سچ، چنڊ ۽ ستارن کان پڇي ڏسجانءِ

نشانو تنهنجي نظرن جو بنجي ويس پرين پيارا،
زخمي دل هٿن ۾ آ نظارن کان پڇي ڏسجانءِ.

سچائي سوچ ماٺي تي ڪتابن ۾ پڙهيو هو مون،
جذبن جي پيڙائن ۽ مونجهارن کان پڇي ڏسجانءِ.

ڪيا ها ڪيڏا مون توسان واعدا وفائن جا،
وڃي ڪينجهر جي تون ڪنارن کان پڇي ڏسجانءِ

نہ ايندو توکي پروسو مون تي جيئري اي جانيڙا،
مئي کان پوءِ ڪنهن جي تون سهارن کان پڇي ڏسجانءِ.

سالن کان پوءِ "ساجده" ڏي اچين هڪ ڀيرو جي ساجن،
سڪ ڏاڍي آ سيني ۾ قولارن کان پڇي ڏسجانءِ

*ساجده چانديو*

# غزل

ستم تنهنجا سهڻا سائين سهڻ کان ئي چڙهي ويا هن،
زبان منهنجي تہ لرزي ٿي چوڻ کان ئي چڙهي ويا هن.

منهنجي تون حال جا مالڪ منا تون حال ڄاڻين ٿو.
زخم تنهنجا نقش دل تي ڊهڻ کان ئي چڙهي ويا هن.

ڪڪر جيئن چنڊ کي [illegible] لو ڪٿون لڪايان [illegible]
آهيان قاصر ٻڌائڻ کان لڪڻ کان ئي چڙهي ويا هن

منهنجي دل جي دري کولي، ڏسين جي يار تون هيڪر،
ستم تنهنجا ۽ سپنا سپ ڏسڻ کان ئي چڙهي ويا هن.

منهنجي رت ۾ رڳن ۾ "ساجده" رهين ٿي عڪس وانگي تون،
ڏنل مونکي زخم تنهنجا چڻڻ کان ئي چڙهي ويا هن.

*ساجده چانڊيو*

# ايس نسيم ميمڻ



پورو نالو: نسيم ميمڻ

والد جو نالو: محمد حسن

ورُ: سڪندر علي جروار

جنم ڏڻ: خميس

جنم هنڌ: مورو

تعليم: بي ايڊ ۽ ايم اي

روزگار/ ڪرت: ٽيچر

ونڊر: لکڻ پڙهڻ، ريڊيو جا معلوماتي پروگرام ٻڌڻ

اوهان جو پسنديده ڪتاب: شاهه جو رسالو پسنديده صنف: ڪهاڻي پسنديده ليکڪ/ ليکڪا: امر جليل/نورالهديٰ شاهه

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1992 کان

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: امر جليل کان

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (120) مضمون (60) ڪالم (20) ڊائري (50)

شاعري: غزل (800) گيت (200) وايون (300) نظم (1000) چوسٽا (50)

پيون ٽيڙو -100 - هائيڪا -50- وغيره

شايع ٿيل ڪتاب: ڪوبه نه

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب:

| ڪتاب جو نالو | صنف |
|---|---|
| (1) آسمان ڏانهن | نثر: ڪهاڻيون |
| (2) تون ۽ مان | شاعري: غزل ۽ نظم |

# غزل

هي راز ڪير ڄاڻي، ڪنهن جو قصور هو
ٽٽي ويو سو سهارو، جنهن تي غرور هو

هو گڏ هو ته، ڪاشئي نه وٺندي هئي ٻي،
عجيب ڳالهه هئي، يا قربت جو سرور هو

دل هن جي محبت سان، شادات هئي ڏاڍي
هن کان وڇڙي ويو ته، ڏک ڪان چور چور هو

اڪيون، زبان رهي خاموش ۽ هيءَ دل پئي
جدائي ۾ من هيءُ ڪيترو نه مجبور هو

وڇڙي هو مون ڪان جڏهن ڏارين جو ٿيو،
آءُ هاڻ ٻه آهيان اڪيلي، ڪهڙو قصور هو

"سنڌو!" ان جي آ خوشي ته هو ڏارين جو ٿيو،
سچ آهي اهو ٻه ته، ڪڏهن اسان جو غرور هو

*ايس نسيم ميمڻ*

# غزل

سونهن تنهنجيءَ جي ڪا ڪٿا ناهي
مان جي چوان ٿي تہ ڪا خطا ناهي

چنڊ چوڏهينءَ جو آ ڪڙيل چهرو
جيڪو چيو مون اهو ڪو روا ناهي

پيار پنهنجو پراڻو آهي پرين
هن پيار جي تہ ڪابہ انتها ناهي

مان سڏيان بي وفا بہ ڪيئن توکي
ڪيئن چوان تہ تو ڪئي وفا ناهي

تنهنجي ديدار لاءِ آءُ ٿي پئي روز اڇان
مون "سنڌو" ڪا اربع ڪئي خطا ناهي

*ايس نسيم ميمڻ*

# غزل

کنهن جي ياد ۾ دل کي جلائي ڏسي ڇڏيوسين
هن اجنبيءَ کي پنهنجو بنائي ڏسي ڇڏيوسين.

لڳايا دنيا اسان تي نہ ڄاڻ ڪيترا هِنِ زخم
گهاءُ گهرو دل اندر هڪ لڳائي ڏسي ڇڏيوسين

ڪيئي زمانہ گذريا اسان کي عبادت ڪندي
سيئي بهانن کي سيني ۾ سمائي ڏسي ڇڏيو سين

اجا پڌاءِ تنهنجو ڪيترو ڪيان مان انتظار
انتظار ۾ پاڻ کي اسان مٽائي ڏسي ڇڏيوسين

ڪڏهن بہ سوچيوسين نہ پوري ٿي دل جي آرزو
جيون جو رنگ سمورو وڃائي ڏسي ڇڏيوسين

*ايس نسيم ميمڻ*

# غزل

ڏسي اداس روح کي هي اڏامي متان وڃي
حسين زندگي جي جوت اجهامي متان وڃي

ناهي ڪوئي پرو سو هن پنهنجي پرواز تي
آ پنهنجن کان پرائو ساز وڄائي متان وڃي

تون تہ نظر نٿو اچين نہ ٻڌين آواز منهنجو
آواز جي هيءَ تار آ، ڪو تند تاري متان وڃي

هي حسن، محبت، جوانيءَ جو سنگم آ "سنڌو"
آ هيڪر جيئڙا ڪو حسن ٻهاري متان وڃي

حسين زندگي منهنجي آ تنهنجي امانت منا
ڏجان ٿي امانت اها ڪو چورائي متان وڃي

*ايس نسيم ميمڻ*

# غزل

مون کي ان ڳالهہ جي سڌ آه منا
سونهن تي کيڏو نہ توکي ناز آ

تنهنجو ڳالهائڻ آ مصريءَ جون تڙون
ڄڻ ڇيڙي ويو، سارنگيءَ جو ساز آ

تون منو اهڙو لڳين تو دلربا!
جيئن ڪوئل جو منو آواز آ

توکي ڏسندي آ ٿهي ويندو غزل
پيار پنهنجي جو وڏيو پرواز آ

پيار آهي زندگيءَ کان پي ڏکهو
هي تہ "سنڌو" عشق جو آغاز آ

*ايس نسيم ميمڻ*

# غزل

هر غم مليو جوتو ڪان، ڇمندي رکيم اکين تي،
مون کي ڇڏي وڃين ٿو، پر ياد تنهنجي رهندي.

هيءَ ياد تنهنجي دل ۾، سانڍي رکي مون آهي،
دلبر آ سا حقيقت، دل تان ڪڏهن نہ لهندي.

توکي پرين ڇيو هئم، تون لوڪ جي نہ ٻڌجان،
تون بي سبب نہ ڇنجان، آيس پئي توکي چوندي.

دنيا ڇڏيو ڌڪاري، منهنجي بہ ڇا دنيا سان
بي درد هن دنيا سان، تڏهن تہ ناهيان نهندي

مٺبو اوس هي "سنڌو" دستور ديس وارو
ڪاري ٿي ڪاٻہ عورت، بيوس پو ڪانہ مرندي

*ايس نسيم ميمڻ*

# غزل

چا ڏسيان توکي مٺا، منهنجي تو ۾ جان آ،
تون ئي آهين حال محرم، منهنجو ئي ايمان آ.

آجيان لاءِ منهنجون، آسون ۽ امنگون پيش هن،
جو اچڻ جو توڪيو، مون تي وڏو احسان آ.

اڄ ڪري درشن، منهنجن ديدن ملهائي عيد آ،
تون جو آئين ٿيو ڪَنو، خوشين جو سڀ سامان آ

تنهنجي دوري دلربا، دل کي ڪيو دلگير هو،
تنهنجي آئي پورو ٿي ويو، دل جو هر ارمان آ.

تون اچين منهنجي اڱڻ تي، پچن پاڙي واريون سڀ،
ڪير هيءُ "سنڌو"، اوهان وٽ ٿيو اچي مهمان آ

*ايس نسيم ميمڻ*

# غزل

عمر ڀر ڏکن جي، گلن سان سجايم پاڻ کي،
ائين تنهنجي ياد سان ديوانو بنايم پاڻ کي.

پوءِ کنهن تصور خيال، جذبن کي جاڳايو جو،
تنهنجي ياد سان گڏ، سيني لاتم پاڻ کي.

پنهنجي ڏکندڙ، تنهائين کان گهبرائي مان،
رات ساري رنس ۽ درياءَ ۾ اڇلايم پاڻ کي.

ڪوئي نہ "سنڌو" سمجهي سگهيو هن درد کي،
پوءِ باهہ ۾، چو ائين ساڙايم پاڻ کي.

*ايس نسيم ميمڻ/مورو*

# غزل

گهڻي وات ڪانپوءِ، جو هو مليو خواب ۾،
ڪجھ وڏيڪ ڏک لکي ويو، منهنجي حساب ۾.

گلن جي خوشبو آئي ته ياد آيو،
اهو گل، جيڪو رکيو هو مون ڪتاب ۾.

پهريائين محبت، ڪي ٽڪرايو هن هئو،
هاڻي گهري تو پيار، ڀلا ڪهڙي حساب ۾؟

لکي ڪا خطا هوندي مون خط ۾،
ڪاغذ اڇو اڇي ويو، هن جو جواب ۾.

ڪو وقت هئو، سندس حسن هو پردي ۾،
هاڻي ڪجھ به ناهي هن جي نقاب ۾.

*ايس نسيم ميمڻ/مورو*

# غزل

ڪير آ خواب ۾ اچڻ تو چاهي؟
منهنجون اکيون آليون ڪرڻ تو چاهي.

مان ڪيو آ، ان پريڻ تي اعتبار،
جو محفل منهنجيءَ ۾ ويهڻ تو چاهي.

مونکي حاصل ڪري پوءِ جاني،
هو مون کي، وٺي وڃڻ تو چاهي.

هو پاڳل، سمجهي، مونکي چنڊ تو،
ستارن سان گڏ رهڻ تو چاهي.

موسمون مٿبيون تيون رهن،
هو منهنجي اکين ۾، تڪڻ تو چاهي.

*ايس نسيم ميمڻ/مورو*

# زاهده گل سومرو



پورو نالو: زاهده پروين سومرو

والد جو نالو: غلام محمد سومرو

سالگره ڏڻ: 2 مئي

جنم هنڌ: ڳوٺ غلام محمد سومرو

تعليم: مڊل پاس

روزگار/ ڪرت: گهرو ڪم ڪار

وندر: شاعري ڪرڻ ،سٺا ڪتاب پڙهڻ، پرت پرڻ ۽ سلائي ڪرڻ.

اوهان جو پسنديده ڪتاب: قرآن شريف پسنديده صنف: غزل پسنديده ليکڪ/ ليکڪ: زاهد شيخ

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1994 ريڊيئي تان

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: ريڊيئي جا ادبي پروگرام ٻڌي ۽ ادبي ڪتاب پڙهي

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (5) مضمون (7) ڪالم (0) ڊائري (10)

شاعري: غزل (200) وايون (50) نظم (10) چوسٽا (14)

ٻيون: ريڊيئي تي مختلف موضوع تي ننڍيون تحريرون ڪوڙ لکيم

شايع ٿيل ڪتاب: : ڪوبہ نہ

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب: ڪوبہ نہ

# غزل

ڏک جدائيءَ جو سهي وينداسين
اوهان بن يادن سان نهي ويندا‌سين

هيءَ دنيا ته! مسافر خانو، اسان ته
مسافرن جيان ٿي رهي وينداسين.

ڪلي ڳالهايو يا منهن ڦيرايو پر
سچ هر ڪنهن کي چئي ويندا‌سين

اسان جي زندگي آ ترندڙ ڪشتيءَ ۾
پهچي ڪناري تي لهي وينداسين

هڪ ڏينهن اسان ته اي زاهده
واريءَ گهر جيان ڍهي ويندا‌سين

*زاهده گل سومرو*

# غزل

غيرن تي معيار کريان کهڙي
اسان تي ستم پنهنجن ڪيو آ

چنني ڏار ڪيائون اسان کي
پيار ناتو ختم پنهنجن ڪيو آ

هٿن سان زهر جدائي پياريائون
اسان تي ڪرم پنهنجن ڪيو آ

دنيا گهاءُ ڏنا اثر ڪين ٿيو
دل تي زخم پنهنجن ڪيو آ

هاڻي پنهنجا بہ ڌاريا لڳن ٿا پيا
تو منکي ڌار صنم پنهنجن ڪيو آ

ڪنهن کي لڙکن جو احساس نہ آ
هي هيڏو ظلم پنهنجن ڪيو آ

*زاهده گل سومرو*

# غزل

وساري سگهون تہ وساري ڇڏجو
جيون خوشين سان گهاري ڇڏجو

رکجو نہ دل ۾ پنهنجي درد کو
پاڻ کي ڳڻتين ۾ نہ ڳاري ڇڏجو

پيار يادپون، پونئر گلن تي مڙن
انهن کي سکي پوءِ اڏاري ڇڏجو

ستائن يادون اوهان کي تڙپائن
تہ کين دل مان ڏکاري ڇڏجو

مرکون وڻون مرکون ورهايون
مرک سان من کي اجاري ڇڏجو

کري نفرتون ختم محبت سان
هن جڳ کي سنواري ڇڏجو

وساري نہ سگهئون تہ زاهده!
محبت جي ٻڏل ٻيڙي تاري ڇڏجو

*زاهده گل سومرو*

# غزل

هٿ ۾ مون کي هڪ گلاب ڏئي ويو

سوال جو لڙڪ ۾ جواب ڏئي ويو.

الائي ڪهڙي راهه جو هو مسافر

ويندي جدائيءَ عذاب ڏئي ويو.

سپنو بنجي آيو منهنجي جيون ۾

هميشه لاءِ اڻپورو خواب ڏئي ويو

ڇڏيا مون هاڻي در دل جا بندي

نيڻن ۾ مون کي حجاب ڏئي ويو

ساهه سان "زاهده" سانڍي رکيو آ

يادن ڀريو جيڪو ڪتاب ڏئي ويو.

*زاهده گل سومرو*

# غزل

مون کي ياد ڪيو ته هوندئي
سڏڪا ڀري سڏيو ته هوندئي

منهنجي آخري خط کي ساجن
ور ورجائي پڙهيو ته هوندئي

جڏهن ٻه هوندي اڪيلو تون
مون تي غزل لکيو ته هوندئي

شام جي لڙندڙ پاڇن کان
ڏس منهنجو مليو ته هوندئي

تنهنجي اداس ۽ ويران دل ۾
اميد جو ديپ جليو ته هوندئي

لکيل زاهده جو هر گيت
ڊائريءَ ۾ سانڍي رکيو ته هوندئي

*زاهده گل سومرو*

# غزل

ڪري ڇڏ دل پنهنجي پڪي
ملڻ پنهنجي آ مشڪل سڪي

وڇوڙو پنهنجي نصيبن ۾ هو
لکڻ واري تقدير اهڙي لکي

جدائي اندر ۾ وجهي وئي تي
جيئن ڪاڪاتي وڃي تکي

گذريل وقت ياد ڇوڪجي
يادون دل ۾ نه ڇڏ تون رکي

اجايا هي آسرا ڇوتي ڪرين
گل جي پار ڪان نه ايندو پکي

*زاهده گل سومرو*

# غزل

راهون نه نهار جان نه ايندا سين
اسان کي نه سارجان نه ايندا سين

سڀ چنيون چاهت پريون ڪاڙي ڇڏ
هاڻي خط نه لکجان نه ايندا سين

منهنجا فوٽو به ڇڏ ساڙي هاڻي
تصويرون نه ڏسجان نه ايندا سين

هميشه لاءِ مون کي وساري ڇڏ
هاڻي لڙڪ نه هارجان نه ايندا سين

خبر نه آ ڪهڙي منزل اسان جي
تون پڇائون نه ڪجان نه ايندا سين

وڃون پيا آسرا اميدون پلي سڀ
ملڻ جي آس نه رکجان نه ايندا سين

سڀ راهون بند هن "زاهده" جون
هاڻ نياپا نه موڪلجان نه ايندا سين

*زاهده گل سومرو*

## غزل

ڪوڙ ڪٿي دل ۾ حسرتون آيس
اڃڻ سان ٻڌم وساري ڇڏيائون

پيرن هيٺان زمين نڪري وئي
ڏارين جيان ڌڪاري ڇڏيائون

مون نہ ڄاتو ائين ٿيندو منهنجي
چاهت هوا ۾ اڏاري ڇڏيائون

ڪري قول هاڻي وساري ويٺا
جيون جدا هيءُ گهاري ڇڏيائون

ويون خوشيون ختم ٿي اسان لئہ
جيئري "زاهده" کي ماري ڇڏيائون

*زاهده گل سومرو*

# غزل

ڪوڙ دنيا ۾ مون آهن ماڻهو ڏٺا
پر تو جهڙا ته پرين نه آهن مٺا

ڇا ٻڌايان حالِ دل توکي مٺا
چاهت ۾ گهاءَ مون ڪيڏا سٺا

ڪري ياد توکي نيڻ اٿين وسن
جيئن هن ساونڻ ۾ مينهن وٺا

کهڙي ڪل گهٽا ڏينهن آ هيءَ حياتي
اڄ ته زندگيءَ جا ڏينهن گهاريون ڪٺا

نفرتون مٽايون ۽ چاهت وڌايون
محبتي ماڻهو ئي سڏباهن سٺا

رهڻ آ پوءِ اجايو دنيا ۾ "زاهده" جو
جي هن ڪان هِن تو جهڙا ماڻهو رٺا

*زاهده گل سومرو*

# غزل

گلابن ٽـڙڻ جـي منـد آئـي آ
گـڏجي کلـڻ جـي منـد آئـي آ

سنهڙي بوند وسي، ڪوئل ڪوڪي
پنهنجـي ملـڻ جـي منـد آئـي آ

اداس نـه تـي هـاڻي هينئـڙا
پيـار ڪـرڻ جـي منـد آئـي آ

رسـوا ڪـري ڇـڏ ڳوڙهـن کـي
هـاڻي مرڪـڻ جـي منـد آئـي آ

اچـي هـو ملنـدا، حجـاب لهنـدا
هٿ هٿ ۾ جهلڻ جي مند آئـي آ

قـرب واريـون ڪريـون ڪچهريـون
زاهده ڪجهه چوڻ جي مند آئـي آ

*زاهده گل سومرو*

# مهڪ جوڳي



پورو نالو: عزيزه جوڳي

والد جو نالو: مبارڪ علي جوڳي

سالگره ڏڻ: 5 اپريل

جنم هنڌ: ننڍي نري

تعليم: مئٽرڪ

روزگار/ ڪرت: ڪوبه نه

وندر: شعرو شاعري ڪرڻ، سنا رسالا پڙهڻ، غريبن جي مدد ڪرڻ، ٽي وي ڏسڻ

اوهان جو پسنديده ڪتاب: قرآن پاڪ پسنديده صنف: غزل

پسنديده ليکڪ: امر جليل

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1997ع کان

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (10) ڪالم (15)

شاعري: غزل (150) گيت (40) وايون (50) چوسٽا (150)

شايع ٿيل ڪتاب: ڪوبه نه

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب: ڪوبه نه

# غزل

موٽي آئي وري بيهر موسم بهار،
تون نه اجان تائين ورئين يار.

هرڪوئي خوشيون هت ملهائي پيو،
پر مونکي پاڳل ڪيو تنهنجي انتظار.

ڪي ئي مندون آيون ۽ موٽيون،
پرڪان لڌي منهنجي ڪا تو سار.

چوڏاري ٽڙندا گلاب جا گلڙا ڏسي،
نئين سر يادون ايري آيون هزار.

بيوفائي ڪرڻ "مهڪ" دستور آ دنيا جو،
تون چوٽي ڪنهن کي ايڏي ڏين ميار.

مهڪ جوڳي

# غزل

منهنجي ڏکڙن کي هميشہ لئہ پنهنجي سايي ۾ لڪائين ها .
ڪاش تون بادل بڻجي مونتي ڇانوَ تي رهين ها .

مونسان اهي گذاريل سڀ گهڙيون سڀ خوشيون هرپل،
منهنجي ساهن جي نالي تي لکي ڇڏين ها .

دنيا جا غم ۽ صدما سنا مون گهڻا آهن مگر،
مونکي غمن ۾ ڏسي ڇڏي نہ تون ڏين ها .

هن پوري دنيا کي ڇڏي ڏنو تولاءِ مون پر،
پيار پرين جذبن جو تون ڪجهہ تہ احساس ڪرين ها .

هن گلاب جي گلن وانگر ”مهڪ“ منهنجي ويران،
زندگيءَ ۾ سرهاڻ تي خوشبو وکرين ها .

مهڪ جوڳي

# غزل

ڪيڏو حسين آهي سفر هي محبتن جو،
تون ڇوٽو ڪرين خون پين جي حسرتن جو.

پاڻ ٻئي گڏ آهيون زماني کي ڇا ڪبو،
اهو ته هميشه کان ئي آ ويري چاهتن جو.

اسان ٻه هن تي ساٿي رکيو آ ڀروسو،
ڪڏهن ته خاتمو ٿيندو دنيا مان نفرتن جو.

نندون نه ئي سهي اکين کي اوجاڳا سهي،
ڪوته صلو مليو اسانکي اسانجي عنايتن جو.

شال او "مهڪ" ائين ئي هلندو رهي پنهنجو،
هر ڪنهن ساڻ سلسلو پنهنجي قربتن جو.

مهڪ جوڳي

# غزل

سهڻل سائين رسڻ تنهنجي مونکي ماري ڇڏيو،
بي سبب خفا رهڻ تنهنجي مونکي ماري ڇڏيو.

ڪونه سوچيو مون تون ائين ڇڏي ويندين،
انهيءَ ڳالهه سڄڻ تنهنجي مونکي ماري ڇڏيو.

ڪيڏو ناز ڪندي هيس مان توتي بيوفا،
اڄ بي رخيءَ مان ملڻ تنهنجي مونکي ماري ڇڏيو.

ڪهڙو ء ڪيئن ڀلا هاڻي جڳ ۾ "مهڪ" جيئندي،
اوچتو بدلجي وڃڻ تنهنجي مونکي ماري ڇڏيو.

مهڪ جوڻجي

# غزل

مون لاءِ لڙڪ وهائي ڇا تون ڪندي مٺا،
مونکي ائين ٻرچائي ڇا تون ڪندي مٺا.

اسان تہ آهيون ئي ازل کان بد نصيب رهيا،
گهڙيءَ پل لاءِ کلائي ڇا تون ڪندي مٺا.

جيڪي لڳا هيا الزام لڳا تنهنجي ڪري،
هاڻ لوڪ کي سمجهائي ڇا تون ڪندي مٺا.

صدين جو سات وئين ٽوڙي تون پل ۾،
پنهنجي دل تان ڀلائي ڇا تون ڪندي مٺا.

ڏئي "مهڪ" جي اکڙين کي هميشہ لاءِ اوجاڳا
پنهنجن پراون کي رلائي ڇا تون ڪندي مٺا

مهڪ جوڳي

# غزل

سب اجايون هن ڳالهيون دلدار،
پنهنجي زندگيءَ ۾ ناهي ڪائي بهار.

اسان تہ سڀ ڪجھ پنهنجو توکي ارپيو،
تون نئين سر نوان ڪندو رهين ٿو وار.

ساهہ سوليءَ تي لٽڪندو رهيو هرپل،
پوءِ بہ نہ ڪڏهن ڪئي سين توسان شڪوہ يار.

نہ جيئڻ جي حسرت نہ ڪي ملڻ جي اميد،
ڇو جيئري ڪري ڇڏيو تو مونکي ڏار.

زندگيءَ ۾ توکي اگر ياد اچان پرين،
لکي خطڙو لهجانءِ ضرور اسانجي سار.

بسنت رت ۾ بہ "مهڪ" اڪيلائي رهياسين،
ڪجھ نہ ڏنو اسانکي انتظار ڪانسواءِ بيار.

مهڪ جوڳي

# غزل

هاڻي نہ هرگز ڪنهن جي پويان رلبو،
ڏئي ٺهڪ وڏا وڏا ڏاڍو ڪلبو.

ڪيڏو بہ دل کي زخم گهرو ڇو نہ رسي،
ڪنهن ٻئي ساڻ ڪين سور سلبو.

هن کان ڪافي آ سزا ملي مونکي،
بار بار ائين هن ڏي نہ خط لکبو.

پنهنجن پراون جي زيادتن کي وساري،
هر ڪنهن سان خوش خوش ٿي ملبو.

ڪڏهن نہ "مهڪ" هن سان ڪا شڪايت ڪبي،
هن جو هر ستم شوق سان ڪٺي سهبو.

مهڪ جوڳي

# غزل

ايــــڏو ڏور ڇــــو ڪنـــــارو آ،
رنـــل مونکـــان هـــر ســـهارو آ.

درد ڏنـــا جنهـــن هـــر گهـــڙيءَ آهـــن،
مونکـــي مـــاٺهو ســـو پـــوءِ بـــ پيـــارو آ.

جـــڏهن نـــ ايجـــي "هـــو" خوابـــن ۾،
لڳنـــدو بـــي رنـــگ هـــر نظـــارو آ.

ڇـــڏيندئي وســـاري پـــل ۾ توکـــي،
بـــي وفـــا زمـــانو هـــي ســـارو آ.

دغـــا جـــي بدلـــي جـــو وفـــا تـــو ڪـــري،
شـــخص هـــو ســـين ڪـــان نيـــارو آ.

ڪنهن ڪي پئـي هـت تـون"مهـڪ" ڳولـين،
دل جـــو اڪثـــر هـــر ڪـــو ڪـــارو آ.

مهڪ جوڳي

# غزل

تنهنجو چهرو نيٽن ۾ سمائي هليا ويندا سين،
گهڙي پل لاءِ پاڻ کي بهلائي هليا ويندا سين.

درد، پيڙا پنهنجي سيني اندر لڪائڻ لاءِ،
محفل تنهنجي کي پيارا ڪلاڻي هليا ويندا سين.

اوهان کان غم مليا، ڪو غم ناهي اسين مگر،
تو لاءِ هر هنڌ گلڙا وڇائي هليا ويندا سين.

ڪيڏا اسان تي ڪيا پنهنجن پراون ستم پوءِ بہ،
هر ڪنهن جوڏک ۽ سور پلائي هليا ويندا سين.

ضروري تہ ناهي"مهڪ"محبت بدلي محبت ئي ملي،
پنهنجي دل کي اهوئي سمجهائي هليا ويندا سين.

مهڪ جوڻيجو

# غزل

گهليون ڏکڻ جون هي هوائون جاني،
ياد اوهان جون پيون جفائون جاني.

موسم وانگي تو هتي هرڪو بدلجي،
ڪنهن ۾ ڪونہ آهن اهي وفائون جاني.

ساڳيون واپس آيون موٽي مگر سهڻا،
پهتيون نہ تو وٽ دل جون صدائون جاني.

هر ايندڙ ويندڙ مسافر کان اوهان جون،
تڪي دل ڪري روز پڇائون جاني.

جدائيءَ ۾ رات ڏينهن لڙڪ وهن ڳلن تان،
ڇو ڪيون اوهان اهڙيون دغائون جاني.

سور ۽ صدما ڏئي وئين "مهڪ" کي ڪيڏا،
پوءِ بہ تولئہ هن ڇپن تي هردم دعائون جاني.

مهڪ جوڳي

# زرينہ امداد سومرو



پورو نالو: زرينہ سومرو (گوري)

والد جو نالو: امداد حسين سومرو

سالگره ڏڻ: 4 فيبروري

جنم هنڌ: شهدادڪوٽ

تعليم: پرائيوٽ مڊل

روزگار/ ڪرت: اسان گهر ۾ رهندڙن جو روزگار صرف سئي سبگوئي آهي.

وندر: قلم ۽ سئي جڏهن ڪڏ ڪڏ هجن تہ ٻيءَ ڪهڙي وندر ڳوليون سواءِ ڪتاب جي

اوهان جو پسنديده ڪتاب: درياءَ جي مستي پسنديده صنف: غزل ۽ نثري نظم

پسنديده ليکڪ: مسڪين ملاح

لکڻ جي شروعات ڪڏهن ڪان ڪئي: 1999ع کان

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: زاهده ناز چنہ ۽ هالار ۾ شايع هر تحرير ۽ عاشق شمس سومرو جنهن مونکي لکڻ سيکاريو.

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (15) مضمون ڪجھ ڪالم (2) ڊائري ڪجھ

شاعري: غزل (111) گيت (4) وايون (25) نظم (7) آزاد نظم: (8) چوسٽا (85)

شايع ٿيل ڪتاب: ڪوبہ نہ

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب: شاعريءَ جو هڪ ڪتاب

# غزل

منهنجي بيوسيءَ تي قسمت
اڄ آخر ڇو کلندي روئي پئي

روئڻ جو جڏهن سبب پڇيو مانس
خاموشي ۾ ٽهڪ وکيريندي روئي پئي

بين کي سمجهائڻ واري هستي
پاڻ نه سمجهندي روئي پئي

عجيب آ قسمت جو کلهه بين تي کلندي هئي
اڄ پنهنجي حالت تي کلندي روئي پئي

هرجذ بي کان عاري ٿي هوءَ
رشتو پيار جو جوڙيندي روئي پئي

هڪ خوشيءَ لاءِ سيئي سپنا پنهنجا
پنهنجي هٿن سان ٽوڙيندي روئي پئي

*زرينه امداد سومرو*

# غزل

نيري ساگر جو ڪنارو هجي
توکي منهنجو مونکي تنهنجو سهارو هجي

شام جي ويلي ۾ پوءِ منظر
لهندڙ سج جو پيارو هجي

تنهنجو هجي ساٿ رڳو پوءِ
پلي ڪاوڙيل لوڪ هي سارو هجي

تون رهين گڏ جنهن ۾ پلي پوءِ
اهو گهر ڪچي مٽيءَ وارو هجي

نهي ويندا آهن گهر ٻه سمنڊ ڪناري
جڏهن ڪوئي دل وارو هجي

ويندا سين گڏ سمنڊ تي ڪيڏو ٻه
پلي ڇو نه سيءَ ۽ پارو هجي

هتي ۾ هٿ هجي هڪٻئي جو ۽
سامهون دلڪش ڪو نظارو هجي

زرينه ته تنها ٻه جئي ويندي
بس تنهنجو رڳو آٿت پريو سهارو هجي

زرينه امداد سومرو

# غزل

خود ڪشي ڪائنرن جو ڪم اٿئي پرين
منھنجي ياد ۾ پاڻ کي بي موت ماري نه ڇڏجاءِ

منھنجي خاطر او سڄڻ سائين
زندگي تنھا گذاري نه ڇڏجاءِ

ٽوٽي وڃ ۾ ڪو رشتو نه رهي
پوءِ به اوپري نظر سان نهاري نه ڇڏجاءِ

اي سڄڻ هاڻي پنھنجي نظرن سان
وري ڪنھن کي آزاري نه ڇڏجاءِ

عجيب نشو آ تنھنجي نيڻن ۾
هاڻي ڪنھن ٻئي کي پياري نه ڇڏجاءِ

هاڻي موڪلاڻي ناهي، اٿين چوندي
تون پنھنجا لڙڪ هاري نه ڇڏجاءِ

ايندا آهن لاها چاڙها جيون ۾
تون پوءِ زرينه کي پڪاري نه ڇڏجاءِ

*زرينه امداد سومرو*

# غزل

جواب اکين ۾ سجائي ويني ڪا ناري
زماني ڪان اڻچاڻ پاڻ لٽائي ويني ڪا ناري

خواب ڏسندي هئي اجايا اوچا
اڄ پستين ۾ منهن لڪائي ويني ڪا ناري

انساني حقن جي علمبردارن هٿان پي
پنهنجا حقوق ڪسائي ويني ڪا ناري

خواب نه ٿيا جڏهن سندس پورا
ارمان سولي تي لٽڪائي ويني ڪا ناري

پوڙهي سان پرڻجڻ کان انڪاري ڪري
پاڻ ئي مارائي ويني ڪا ناري

رات جي انڌيهري ۾
روئي منهن لڪائي ويني ڪا ناري

نفرتن جي وچ ۾ رهي "زرينه"
پنهنجي مذاق اڏارائي ويني ڪا ناري

*زرينه امداد سومرو*

# غزل

تنهنجي ميندي نچائيندي ڏاڍو مزو آيو
سپنن جي سيج سجائيندي ڏاڍو مزو آيو

تنهنجي پيار ۾ اومنهنجا پرين!!
پاڻ کي پلائيندي ڏاڍو مزو آيو

پرواني کي جلندي ڏٺو هيم
پر اڄ پاڻ کي جلائيندي ڏاڍو مزو آيو

ماڻهن جي ساموهون زرينه
توکي چيڙائيندي ڏاڍو مزو آيو

*زرينه امداد سومرو*

# غزل

توهان پاڻ ئي هو ڏڪاريو هن راهن تان
هاڻ ملي آ منزل پوءِ ڇوٿا گهرايو هن راهن تان

مون ڪيڏا ڪيا ايلاڙ توهان کي هٿا
ڪيئو هو مون پڪاريو هن راهن تان

منهنجي منٿن کي منهنجي مجبوري سمجهي توهان
ڪيئن بيدرديءَ سان هو ڏڪاريو هن راهن تان

پنهنجي جيون جو همسفر بڻائي هن کي توهان
منهنجي خوابن کي چڪناچور ڪرايو هن راهن تان

هاڻي واپس ناهي اچڻي زرينہ ڪڏهين
هر هر توهان هاڻي نہ نهاريو هن راهن تان

*زرينہ امداد سومرو*

# غزل

روئڻ ڪلڻ هوندو آ مقدر ۾
اهو سمجهائيندي روئي پئين!

مونکي منع ڪيئي روئڻ کان پر
پاڻ اهو سڀ ڀلائيندي روئي پئين

زمانو ڪلائيندو هئين ٻين تي پر ڇو
اڄ پاڻ تي زمانو ڪلائيندي روئي پئي

غم ۽ خوشي جي ڪشمڪش ۾ تون
پنهنجا لڙڪ لڪائيندي روئي پئين

ڪڏهن ڪڏهن ملندو آ پيار
اهو ٻڌائيندي ئي روئي پئين

زرينه قسمت پرديس ٻه نينديآ
اڪيلي ۾ پاڻ سان ڳالهائيندي روئي پئين

*زرينه امداد سومرو*

# غزل

مونکي روئاري ٿي تنهنجي ياد
هر پل تڙپائي ٿي تنهنجي ياد

مان نہ ٿي رهڻ چاهيان تنهنجي يادن ۾
پر مونکي هر هر پڪاري ٿي تنهنجي ياد

الاءِ تہ ڪڏهن ايندي توکي منهنجي ياد
مونکي تہ ڏاڍو رلائي ٿي تنهنجي ياد

هاڻي تہ تنهائي بہ ڏيندي آهي مزو
جو ان ۾ تنهنجو چهرو ڏيکاري ٿي تنهنجي ياد

تنهنجو پرڪشش چهرو تہ سپنن ۾ بہ
ڏيکاري مونکي جيئاري ٿي تنهنجي ياد

ڪيڏو چاهيان ٿي توکان پري رهان
پر زرينہ ان تصور ۾ بہ ماري ٿي تنهنجي ياد

*زرينہ امداد سومرو*

# غزل

تنهنجو روز ڏسڻ ماري ڇڏيندو
ڪاوڙ جي منهن ڦيرڻ ماري ڇڏيندو

هن حالت ۾ ب او منهنجا سائين!!
تنهنجو ائين نه اچڻ ماري ڇڏيندو

بيمازيءَ ۾ توکان هڪڙي مرڪ گهران ٿي
تنهنجو مرڪي نه ملڻ ماري ڇڏيندو

نه ڏکاريندو ڪر ائين زرينه کي
تنهنجو روز ڏکارڻ ماري ڇڏيندو

*زرينه امداد سومرو*

# غزل

هي آخر کھڙا آهن ماڻھو
هر پيري کن ٿا ڳالھيون جدا جدا

جڏهن نہ ٿي اچين ڪرڻ وفا
پوءِ ڇو ٿا ڪن ڪوڙا وعدا

ڦرين ڇوندا تنهنجا آهيون
پوءِ هزارين بهانا ڪندا

ڪم اچڻ جو ڪري واعدو
پوءِ ڇوندا ناهيون اچ واندا

مچن ڪٺي هاڻي هو بہ تہ
ناهن پنهنجي زبان سان سچا

منزل تي پهچائڻ جو ڪري عهد
آهن اڌ منزل تي سات ڇڏيندا

*زرينہ امداد سومرو*

# ڊاڪٽر پاڪيزه خوشبو ميتلو

**پورو نالو:** پاڪيزه ميتلو

**سالگره ڏڻ:** 01 جنوري

**جنم هنڌ:** ڳوٺ علي سائين آباد احمد پور- ضلعو خيرپور

**تعليم:** ايم. بي. بي.ايس فرسٽ ڪلاس

**روزگار/ ڪرت:** هائوس سرجن

**وندر:** ميوزڪ ٻڌڻ لکڻ، پسند جا ڪتاب پڙهڻ

**اوهان جو پسنديده ڪتاب:** قرآن پاڪ ۽ شاهه جو رسالو **پسنديده صنف:** غزل نظم ۽ وائي

**پسنديده ليکڪ:** امر جليل، نورالهديٰ شاهه، جيجل ميتلو

**لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي:** جڏهن ستين ڪلاس ۾ پڙهندي هيس

**ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو:** پنهنجي طبعت جي حساس پڻي کان

**ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:**

**نثر:** **ڪهاڻيون** (30) **مضمون** (10) **ڪالم** (4)

**شاعري:** **غزل** (60) **وايون** (15) **نظم** (15) **جوسٽا** (20)

**ٻيون:** ڪجهه انگلش ۾ به نظم آهن- (10 ڪن)

**شايع ٿيل ڪتاب:** ڪوبه نه

**اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب:**

# غزل

خوشبوءِ جو ويس پهري رابيل روپـڌاري
هو ڪيئن اچي ويو آ منهنجي اڱڻ اوتاري

راتين ۾ روشني ٿي، چانڊوڪي چنڊ بڻجي
دل جي اڱڻ ۾ ڪوئي ڏيئو ويو آ ٻاري

ننڊ ۾، خواب ۾، جاڳ ۾، تعبيرن ۾
چارئي پهر اندر انڪي ٿي ٿو پچاري

هن ڪان پري نہ هاڻي خوشبو قرار ايندو
هن کي هاڻ هميشہ هر هر ٿو ساهہ ساري

*ڊاڪٽر پاڪيزه خوشبو ميتلو*

# غزل

رات ڪاري وار خوشبوءِ ۾ ڀنل آهن
انتظار جي ماريءَ جا، هٿ مينديءَ رتل آهن

سايا جا سڪايل ۽ ديدن جا بڪايل
نيڻ سندر سپني جي آس ۾ سٽل آهن

گهٽي گهمي آهي رڻ پٽ رلي آ،
پوءِ به نه ٿڪي آ ڪيڏا سوچ سفر ڪيل آهن

رات جي پوئين پهر، درد سندي سحر ۾
ضبط ٽٽي پيا هن جا نيڻ وهيل آهن

بادشاهن کان وٺي گداگرن تائين
خوشبو! انسان دولت هٿان وڪاڻل آهن

*ڊاڪٽر پاڪيزه خوشبو ميتلو*

# غزل

گلاب پتي پتي ٿي وکري ويا آهن
درد نوان ڇڻ دل ۾ اسري ويا آهن

بهار رت ۾ ڪومايل ڏسي مکڙيون
پوپٽ بہ اداس ٿي اڏري ويا آهن

ظالم شڪاريءَ جي وار ڪاپاريءَ سان
ولر ڪونجن جا ڪئين وڇڙي ويا آهن

ريتن رسمن جي چارن ۾ او سائين!
پيار وارن جا خواب الجهي ويا آهن

ڊلڙو ٿي ويو آ جيئون جوهي چلڙو
اميدن آشائن جا پاڇا لڙي ويا آهن

دل جي ٽٽل شيشي متان
عڪس محبتن جا متجي ويا آهن

*ڊاڪٽر پاڪيزه خوشبو ميتلو*

# غزل

بوند بوند ٿي برسن ٿيون اکيون
کيڏا سور سهن ٿيون اکيون

غيرت آڙ ۾ قتل ٿيل جذبا ڏسي
نسورو درد ڀوڳن ٿيون اکيون

محبتن جا محل ڪنهن مسمار ڪيا
سوال سوين هي پڇن ٿيون اکيون

ساري رات رني آ ڪونڌ ستي آهي
تنهنجو داستان ٻڌائن ٿيون اکيون

زبان خاموش چپَ چپَ آهن
پر سور سمورا سلن ٿيون اکيون

ڊاڪٽر پاڪيزه خوشبو ميتلو

# غزل

ابھم ٻار جو ائين پيو لاش لهرن منجهہ لڙهندو رهيو
انسانيت جي اهڙي موت تي آڪاش بہ روئيندو رهيو

رڳو ڪوڙ هلي ٿو هن ڪوڙي دنيا ۾
بلاول ڪان وٺي منصور تائين سچ سوليءَ چڙهندو رهيو

پيئرن هٿڙان ڏيءَ وڪاڻي ڍورن جيان جڏهن تڏهن
سچن رشتن ۾ سلهاڙيل ڪوڙ هي بڪندو رهيو

مصنوعي معاشري ۾ حساس دلين ڪي سائين
زمانو پاڳل ۽ بدحواس ٿيندي ڏسندو رهيو

*ڊاڪٽر پاڪيزه خوشبو ميتلو*

# غزل

گلڙن جي عيوض هوءَ ڪنڊا ميڙي پئي
محبتون پائي من ۾ درد پرائي پئي

لڪائي لڙڪ اکين ۾ مرڪي تي جيڪا
ڏينهن سوچن، رات سڏڪن ۾ گذاري پئي

وفائن بدلي مليون اتس جفائون ڪيئي
پوءِ بہ ناتو نيهن جو تي هوءَ نڀائي پئي

هوائن جي شهر ۾ آنڌين جي گهر رهي،
ڏيئا پيار جا هوءَ تي ٻاري پئي

پل پل پيڙا ۾ گهڙيءَ گهڙيءَ گهاءَ تس
سور سمورا مرڪي سهسائي پئي

*ڊاڪٽر پاڪيزه خوشبو ميتلو*

# غزل

چنڊ کان نہ پڇ ستارن کان پڇ
وفا ڇا پيار ڇا؟ محبت وارن کان پڇ

سڙي جي خاڪ ٿيا انھيءَ آتش ۾
عشق جو احوال پروانن کان پڇ

پڇو ٿا اوھان کي ياد ڪيو يا نہ
اسان کان نہ، دل جي تانگھ تنوارن کان پڇ

ڪيترو تڙپي ٿو ڪو جدائين تي
پٽيل گل کان نہ، گل جي صدائن کان پڇ

نينھن ڪيئن نڀائجي توڙيجائجي
دانائن کان نہ، ديوانن کان پڇ

*ڊاڪٽر پاڪيزه خوشبو ميتلو*

# غزل

پيار چاهت آ حياتي پنهنجي!
گل آ يا خوشبو، زندگي اسانجي

تمنا گلن جي هر من کي مگر
مشهور ڪنڊن سان دوستي اسانجي

ناهي طلب دولت جي نہ اميريءَ جي
دنيا چوي ٿي انکي ديوانگي اسانجي

جڳنو ڇا؟ چنڊ ڇا؟ ڪونهي پرواه
ياد هن جي آ اکين ۾ روشني اسانجي

اميدن کي ڇٽو ٻي جاءِ وڃن
ڪونهي خالي دل نگري اسانجي

*ڊاڪٽر پاڪيزه خوشبو ميتلو*

# غزل

حال دل جو اورڻ پئي گهريائين
بار دل جو گھٽائڻ پئي گهريائين

خواهش ايڏي وڏي ته نه هيس
بس گهڙي کن مسڪرائڻ پئي گهريائين

ڪهڙو ڪيائين پئي گناهه جي
پنهنجي مرضي ٻڌائڻ پئي گهريائين

ماڻهن ڪيڏا ميڙ ڪيا هئا ان ويل
جڏهن محبوب محفل ۾ سڏائڻ گهريائين

سڪ جو سڏ نه ڏنو هن ڪي ڪنهن
سور سيني جا سيني لائڻ پئي گهريائين

ڊاڪٽر پاڪيزه خوشبو ميتلو

# غزل

گــل آ يــا خوشــبو، زندگـــي اســـانجي
پيـــار آ پوڄــا آ، بندگـــي اســـانجي

تمنــا گلــڙن جــي هــر مــن تــي مــگر
مشــهور ڪنــدڻ سـان دوسـتي اســانجي

اميــدن ڪــي ڇڏــو ڀــيءَ جــاءِ وجــن
ڪونهــي خــالي دل نــگري اســانجي

جگنــو ڇـا، چنـڊ ڇــا؟ ڪونهــي پـرواه
ياد هــن جــي اکيــن ۾ روشــني اســانجي

نــاهي طلـب دولـت جـي نــ اميــريءَ جـي
دنيــا چــوي انکــي ديوانگـــي اســـانجي

*ڊاڪٽر پاڪيزه خوشبو ميتلو*

# سوسن گل بلوچ



پورو نالو: سوسن گل بلوچ

والد جو نالو: دين محمد بلوچ

سالگره ڏڻ: 22 آگسٽ

جنم هنڌ: اوباوڙو

تعليم: بي.ايس.سي

روزگار/ ڪرت: پرائيويٽ اسڪول ۾ هيڊ مسٽريس

ونئر: شاعري ڪرڻ ۽ پڙهڻ

اوهان جو پسنديده ڪتاب: محبتين جب شمار ڪرنا پسنديده صنف: غزل ۽ وائي

پسنديده ليکڪ: طارق ابڙو

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1992 کان ڪنهن کان متاثر ٿي

لکيو: محبت کان - عشق کان

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (5) مضمون (10) ڊائري (100) پيون خيالات وغيره

شاعري: غزل (100) گيت (10) وايون (30) نظم (8) چوسٽا (30)

پيون: ليٽر لکيا آهن - هزارن ۾

شايع ٿيل ڪتاب:

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب: ڪوبه نه

| ڪتاب جو نالو | صنف |
|---|---|
| (1) اڃان سوچيو ناهي | شاعري |

# غزل

کوئي لفظ معتبر ناهي مليو، جو توتي گيت لکان،
مان آهيان تنهنجي داسي، ڪيئن توکي ميت لکان.

مان توکي ڪٿي بہ نہ اپنائي سگهي آهيان،
ان ڪرب کي ڪيئن مان پنهنجي جيت لکان.

هر دل جي درد جو در مقفل ڪري ڇڏيان،
دل ڪري ٿي اهڙي، محبت جي ريت لکان.

دنيا جي سڀن نفرتن کي مٽائي دلين مان،
مان چاهيان ٿي صرف، پريت پريت لکان.

سيني سهارن کي، پلي ڪسي وٺو مون کان،
ڏيو اها اجازت، هنکي پنهنجي نالي جي قريب لکان.

سوسن گل بلوچ

# غزل

زندگــــيءَ ۾ هــــر خوشـــــي ملنــــدي نـــــاهي
خوشـــيءَ ۾ دل جـــي، هـــر ڪلـــي ڪلنـــدي نـــاهي

محبتـــون آهـــن چـــوَطـــرف منهنجـــي هـــر گهـــڙيءَ
تنهنجـي نفـرت بنـا بــ، اسـان جـي سـرندي نـاهي

اگـــر زندگـــي گذرنـــدڙ هـــڪ ســـفر آ تـــ پـــوءِ
سوچ زندگــيءَ جـي ڇـو توڪـان اڳتـي ڇرنـدي نـاهي

ايتـــري نفـــرت ڇـــو آ، هـــيءَ جيـــون اي خـــدا!
ڇـو هـوا محبتـن جـي، زمـاني تـي گهلنـدي نـاهي

ســـڪ ڪيتـــرا بـــ هجـــن زندگـــيءَ ۾ "سوســـن"
ڏڪـــن بنـــا زندگـــي، ڪنهـــن جـــي هلنـــدي نـــاهي.

سوسن گل بلوچ

# غزل

تو هر ڀيري چيو "پنهنجو"، اعتبار ايندو ويو
ڪڏهن رسيس، ڪڏهن پرچايئہ، پيار ايندو ويو

اهڙو درد اٿيو دل ۾، ٿياسين اسين لاڏوا
تو مسڪرائي ڏنو بس، قرار ايندو ويو

تون آئين بزم ۾، ٻهڪي اٿي محفل دل
نہ تہ ڦريون توڪان، جو آيو بيڪار ايندو ويو

گڏ رهيو اسان سان تہ، هر الزام سنوسين
وڃڙيو تہ هنجو نالو سر بازار ايندو ويو

بي انداز خوشي ملي، ڪڏهن غم انتها "سوسن"
ائين ٿي هوريان هوريان، محبت ۾ نکار ايندو ويو

*سوسن گل بلوچ*

# غزل

وري رات آئـــي، وســـيو اک مـــان پـــاڻي آ
ائيـــن روز دل ۾، تنهنجـــي يـــاد روانـــي آ

اســان کــان هــن شــهر ۾ رهــڻ جــو واعــدو ونــي
الائــي ڇــو تــو کئــي هيئــن نقــل مکــاني آ

اکثــر دل ۾ رجــي آئــي، اکيــن مينهــن وســايو
جــڏهن بـــہ يـــاد اينـــدي، کـــائي پراڻـــي آ

دل ۽ زندگــي تـہ ونــي هـــنِ هـــُو هليــا ويــا
ڏيئـي ويـا بـس هـک يـاد، اهـائي هـن نشـاني آ

مـــاڻهو پنهنجـــا ڏک ســـک پلجـــي ويـنـــا آهـــن
هـر هـک زبـان تـي ”سوسـن“ تنهنجـي کهـاڻي آ

*سوسن گـُل بلوچ*

# غزل

ڪيئن وڃي آواز، ڪنهن سر سنگيت جو،
ٻڌڻ جو چاهيان ٿي، گيت تنهنجي پريت جو.

منهنجي دل جي خواهش ٿي پئي آ روشن،
ناهي دنيا ۾ ڪو قسر، اهڙو ديپ جو.

توهان ٿي نه چاهيو، ڪرڻ مونکي پنهنجو،
ڪيئن ٿا چئو، سمورو آ قصور ريت جو.

دنيا کي سمجهائي سگهي، جيڪو پنهنجو تعلق
شعر ٻڌاءِ "سوسن" کي اهڙي ڪنهن گيت جو.

*سوسن گل بلوچ*

# غزل

تو جو نہ ڪئي مقرر، حد انتظار جي،
پل آخري تائين رهي آرزو، تنهنجي پيار جي.

ڇئو تا هو بي وفا آ، مان ڪيئن يقين ڪيان؟
ڪيئن توهان کي سمجهايان، معنيٰ اعتبار جي.

اي دوست! ڪيئن ٿيان ڀلا آءٌ مطمئن،
تو تہ ڪئي هميشہ ڳالهہ، انڪار ۾ اقرار جي.

”سوسن“ جي زندگي بہ گذري ڪجھ اهڙيءَ طرح،
خوشين ۾ بہ نہ ملي، ڪا گهڙي قرار جي.

سوسن گل بلوچ

# غزل

اسان جي ڪلڻ يا روئڻ ۾، جيڪا صدا آهي،
ڪو پلي نہ سمجهي مگر، اها تولئہ دعا آهي.

ڏڪن جون پلي هوائون هلن ڪيتريون،
سات تنهنجو هجي تہ، خوشگوار فضا آهي.

توهان جي قدمن ۾ نہ گذري آ زندگي،
اسان جي دل ۾، بس اهو ڏک سدا آهي.

توهان لاءِ پلي عام ماڻهو هجي هو مگر،
"سوسن" جهڙي داسيءَ لئہ، هو ديوتا آهي.

*سوسن گل بلوچ*

# غزل

ڪــي خــواب، اڪيــن ۾ پڻڪيــل آهــن،
ڪــي اميــدون، اجــان اڻپوريــون آهــن.

مجــان تــي تــہ محبتــون پيــاريون آهــن مــگر،
بــس ڪجهــہ اســان ســان مجبوريــون آهــن.

تــون ٽڪجــي نــہ پئجــان، ســاٿ ۾ ســاٿي،
بــي وفــائيون نــاهن، ڪجهــہ دوريــون آهــن.

ڪــري ڪــاٿو اســان وجــائجي ٿــا وجــون،
اهــي گهڙيــون جــي، تويــن نــہ پوريــون.

هيلــو اڄ تــون "سوســن" وٽ او ســائين،
تــو ســوا، ســي تمنــاؤن اڌوريــون آهــن.

*سوسن گل بلوچ*

# غزل

دل جـــي كـــاغذ تـــان متـــائي وينيـــن،
سمجهــي كهــاٽي، مــون كــي پلائــي وينيــن.

زندگــي نــالي لكــي ڏنــي ســين توكــي مــگر،
غيــر كــي تــون پنهنجــو، بڻــائي وينيــن.

كــري واعــدا اســان ســاڻ ســائين،
كيئــن تــون بيــن ســان نيــائي وينيــن.

اســان جلياســين شمــع جيــان تولئــ مــگر،
رقيبــن جــي بــزم تــون ســجائي وينيــن.

هــر ڏک ســک توســان ســليو هــو اســان،
ســالن جــي چــاهت، پــل ۾ وســاري وينيــن.

اهــو بــ چــڏي هليــو ويــو "سوســن"
جنهــن لئــ تــون هســتي، پنهنجــي وجــائي وينيــن.

*سوسن گل بلوچ*

# غزل

حياتيءَ ۾ باقي ڪي خواب آهن،
اڪين ۾ بہ اوجاڳن جا عذاب آهن.

زندگي رولي بہ نہ حاصل ڪياسون،
تنهنجن سوالن جا ڏکيا جواب آهن.

محبت جي بدلي ۾ خاموش رهيا،
خبرناهي نفرت يا حجاب آهن.

پنهنجي محبت جو سڪون بخش مونکي،
هونئن تہ سائين درد بي حساب آهن.

من نگر ۾ روشني ناهي رهي "سوسن"،
هو ئي تہ منهنجي زندگيءَ جا آفتاب آهن.

سوسن گل بلوچ

# ناهيد خان

پورو نالو: ناهيد اختر جانوري

والد جو نالو: علي حسن

سالگره ڏن: 7 آگسٽ 1979

جنم هنڌ: ميهڙ

تعليم: بي ايس سي

روزگار/ ڪرت: ٽيچر

ونذر: شاعري ڪرڻ، پڙهڻ

اوهان جو پسنديده ڪتاب: اهي ڏينهن اهي شينهن پسنديده صنف: شاعري

پسنديده ليکڪ: شيخ اياز

لکڻ جي شروعات ڪڏهن کان ڪئي: 1989 کان

ڪنهن کان متاثر ٿي لکيو: پنهنجي شوق مونکي لکرايو.

ڪهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي؟ ۽ ڪيتري تعداد ۾ لکيون آهن:

نثر: ڪهاڻيون (5) ڪالم (2) ڊائري هرسال جي

شاعري: غزل بي شمار وايون (5) نظم (ڪوڙ) چوسٽا ٽي چار

پيون: ڪجهه آزاد نظم

شايع ٿيل ڪتاب: ڪوبہ نہ

اشاعت جي انتظار ۾ تيار ڪتاب: ڪوبہ نہ

# غزل

هـر روز اسـان کـان پيـارا وڇــڙيا،
مـــاٺهو محبــت وارا وڇـــڙيا.

روشـني ڏئـي اســانکي پنهنجـــي
آهـــن چنــڊ ســـتارا وڇڙيـــا.

لڙڪ لڙڪ ٿـــي جيـــون ويـــو آ،
خوشـين جــا رنــگ ســارا وڇڙيـا.

زندگـــي بــــس وڇـــوڙو ٿـــي آ،
جيـــون ســـپ ســـهارا وڇڙيـــا.

هڪـڙو تـون ٿـي نـاهين دوســت،
هـــر روز هتـــي توپـــارا وڇڙيـــا.

*ناهيد خان*

# غزل

بيوس تہ اسان پر تقدير بہ بيوس،
مون وانگي منهنجي تحرير بہ بيوس.

نہ تون مون تاءِ پهتين نہ آءٌ ئي توتائين،
آهي اسان جي اڪير بہ بيوس.

حال ٻڌائي ڪو نہ سگهي ٿي،
تنهنجي هيءَ تصوير بہ بيوس.

تنهنجي منهنجي خوابن جي،
ساڳي ڇو تعبير بہ بيوس.

تنهنجي نانءَ نہ لکي سگهياسين،
رهجي وئي تحرير بہ بيوس.

*ناهيد خان*

# غزل

گذري پئي ۽ گذري وئي آ زندگي،
هئي ڪو پکي اڏري وئي آ زندگي.

ياد جا لمحا رهيا نہ قربتون،
وقت جيان وسري وئي آ زندگي.

وار ڪارن مان ڦري چاندي بڻيا،
ها هٿن مان نڪري وئي آ زندگي.

پر ڏکيا لمحا اڃان آهن رهيل،
۽ ڪجهہ مڙئي گذري وئي آ زندگي.

پن ڇڻ موسم جيان بڻجي،
ڇا ڪجي وکري وئي آ زندگي.

پل پل ڇڻ بڻي آ جنهن ۾،
هر لمحي پڄري وئي آ زندگي.

*ناهيد خان*

# غزل

نہ چنڊ بدليو نہ ستارا بدليا،
پر ماڻهو محبت وارا بدليا.

حقيقت جو زهر پي هتڙي،
خواب اسانجا سارا بدليا.

اسان بہ غوطا کائڻ لڳاسين،
جڏهين سمنڊ ڪنارا بدليا.

جي هئا ڪڏهن اسانجا پنهنجا،
سي ماڻهو ڪيئن موچارا بدليا؟

فاصلن محبت اجان وڌائي،
جڏهن جيءَ جيارا بدليا.

محبت انڌو ڪري ڇڏيو هو،
اڪ کلي تہ نظارا بدليا.

*ناهيد خان*

# غزل

فنا جي رستي تي زندگي سفر ۾ آ،
موت جو پاڇو هر هڪ نظر ۾ آ.

هيءَ رات ته دائمي آهي پر،
نگاهن جو مرڪز اڃان سحر ۾ آ.

نه دعا تي ڪو فرق ڪري نه دوا،
ڪجهه ڪونه رهيو هن جي اثر ۾ آ.

هت ڪيئي اچن ٿا ۽ ڪيئي وڃن،
لهندو سج هر هڪ نگر ۾ آ.

روشنيءَ سان پيار آهي دنيا ڪي،
ڪيڏو انڌيرو ابدي گهر ۾ آ.

*ناهيد خان*

# غزل

کيڏا سندر خواب اکين جا،
ٻڌجي ويا عذاب اکين جا.

لڙڪ لڙڪ ٿي وهي ويا هن،
هاڻ هي سپ خواب اکين جا.

ٽوٽي نہ ڇاتو پيار اسانجو،
ڇو نہ وهن سيلاب اکين جا.

نصاب نہ هو، پڙهي ها ڪوئي،
هاڻ هي تہ ڪتاب اکين جا.

خواهشون رهجي ويون اڌوريون،
پڙهيا نہ تو حجاب اکين جا

اڃان تہ سزا ڏين ڪا شايد،
تنهنجا هي حساب اکين جا.

*ناهيد خان*

# غزل

عورت گهٽ ناهي توکان،
توکي اهو مڃائي ٿي.

ڏس ٻنيءَ ۾ ترون، هوءَ،
توسان گڏ هرکاهي ٿي.

ناحق هن کي کاري چوين ٿو،
هوءَ تنهنجا عيب لڪائي ٿي.

ڏس وڃي اسڪول ڪنهن ٻ،
هوءَ تو وانگر پڙهائي ٿي.

مستقبل جي معمارن کي هوءَ،
انسان سٺو بڻائي ٿي.

جاهل ناهي ڪاهل ناهي،
ڪمپيوٽر پڻ هلائي ٿي.

پنهنجي وجود سان ڪري اجالو،
ماحول سڄو مهڪائي ٿي.

مرڪ پڪيڙي هر سو هوءَ،
ڳوڙها پاڻ وهائي ٿي.

*ناهيد خان*

# غزل

محبت جي انتها تي پهچي وياسين،
ملڻ کان اڳ ئي وڇڙي وياسين،

تنهنجون منهنجون راهون جداهيون،
رستي تان ڀٽڪي وياسين.

ڪيئن لڙڪ لڪائي ضبط ڪري،
اوهان جي آڏو گذري وياسين.

تولاءِ ئي توکي ڇڏڻو پيو هو،
درد تنهنجي ۾ ٻڏي وياسين.

تنهنجي جدائيءَ کانپوءِ ساٿي،
ٽٽي پور ٿي وکري وياسين.

ناهيد توکي ياد ڪري ٿي،
ليڪن توکان وسري وياسين.

*ناهيد خان*

# غزل

زندگي هار بڻجي وئي،
لڙڪن جي لار بڻجي وئي.

ڪيڏو وسارڻ چاهيو ليڪن،
جدائي سار بڻجي وئي.

مان گهري هميشه لاءِ پر،
خوشي اڌار بڻجي وئي،

جڏهن فاصلا سميٽيا ڪنهن،
خزان بهار بڻجي وئي،

اوهان جي وڇڙي وڃڻ سان،
پيڙا جمار بڻجي وئي.

*ناهيد خان*

# غزل

سيئي سور سلي ٿي زندگي،
ڪيڏو نه پاڻ پلي ٿي زندگي.

لهندڙ سج جو آخري منظر،
ڏسي ڏاڍو ڪلي ٿي زندگي.

تون نه وڃ هو تنهنجو ناهي،
ڪيئن توکي جهلي ٿي زندگي.

تنهجا خواب به نيٺ ٽٽي پيا،
ڪيڏي اسانجي ملي ٿي زندگي.

يادن جي تيز جهوٽي ۾،
جهولو ٻٽجي گهلي ٿي زندگي.

*ناهيد خان*

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪانئُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڙ ۾ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڙهن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پڄاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجههَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهه پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)